| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | اچو تہ "نئين سنڌ" جي تعمير ڪريون |
| ليکڪ جو نالو | : | پروفيسر اعجاز قريشي |
| ڇاپو | : | پهريون، جنوري 2001ع |
| تعداد | : | ٻہ هزار |
| ٽائيٽل | : | فتاح هاليپوٽو |
| فليپر فوٽو گرافي | : | حفيظ عمراڻي |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | : | ايسٽ لائين ڪميو نيڪيشن |
| | | چاندني شاپنگ مال صدر، حيدرآباد |
| ڪمپيوٽر آپريٽر | : | فرحان علي پاٽولي، ريحان ياسين ابڙو |
| ڇاپيندڙ | : | سنڌ ايديوڪيشن ٽرسٽ، قاضي پاڙو، |
| | | گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ، پاڪستان |

**قيمت: =/100 رپيا**

ڪتاب ملڻ جو هنڌ: سنڌ ايديوڪيشن ٽرسٽ آفيس، قاضي پاڙو، گاڏي کاتو، حيدرآباد
فون: 20280-221-92 + +

# ارپنا

سنڌي ماڻهن جي رڳن ۾
رت بڻجي ڊوڙندڙ
سنڌو درياءَ جي نانءُ
جنهن لاءِ سنڌ جو ڄڻو ڄڻو
وجود جي پوئينءَ وير
وڙهندو....

# ســـتـــاءُ

| عنوان | | صفحو نمبر |
|---|---|---|

# مهاڳ

پوري پني قد وارو، بختيارپور جي ڇيڪي مٽيءَ جي مهاندن وارو، سدائين تکڙ ۾، کيترن ئي ادارن ۽ تنظيمن جو سرگرم ڪارڪن، عهديدار ۽ بانيڪار پروفيسر، مگر سماجي ڪارڪن، دانشور پر سرگرم عمل، محفلن جو مان ۽ ڪچهرين جو ڪوڏيو. سدائين ڪنهن نئين رٿا جو فڪر ۽ ذڪر ڪندڙ متحرڪ شخص، اعجاز قريشيءَ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.

آئون هن کي 1977ع کان سڃاڻان، ۽ گهڻو عرصو ويجهو دوست بہ رهيو آهي، پر هيءُ هميشہ ڪنهن ويچار ۾ بيقرار ۽ بيچين نظر ايندو آهي. سندس بيچيني هن ڪتاب مان بہ بکي ٿي.

68–1969ع جو زمانو هو. ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ سنڌي شاگرد سرگرم هئا، خبر پئي تہ اوچتو لاهور جي گهٽين ۾ ”ون يونٽ ٽوڙيو ورنہ .....“ جا نعرا لکجي ويا. شيخ مجيب الرحمان پيرول تي رها ٿي، لاهور پهتو تہ هوائي اڏي تي چند سنڌي نوجوان بنگلہ بندو جي آجيان لاءِ ”ون يونٽ مرده باد“ جا نعرا هڻندا ڏسجن ٿا. اعجاز قريشي اڳيان اڳيان آهي. گول ميز ڪانفرنس ۾ ويندڙ رهنمائن سان هي دوست ملن پيا، پنهنجا احوال ڪن پيا. انهن سيني منظر نامن ۾ اعجاز جي شڪل اپريل نظر اچي ٿي.

ون يونٽ ٽٽي ويو. دادوءَ جو چانڊني چوڪ، ”سنڌ مبارڪ“ جي نعرن سان گونجي پوي ٿو. شوڪت سنڌيءَ جي مٺائيءَ جو دوڪان اڄ سبيل بڻجي پيو آهي. نيڪ رات جو 12 وڳي نڪر جي وٿين ۾ کير جا پيالا ٽڪرائجن ٿا. تاج صحرائيءَ جو طالب المولىٰ اسڪول ”سنڌ مبارڪ“ جي پرجوش نعرن سان گونجي ٿو، اعجاز جهمريون پيو پائي ٻهڪي پيو. هن جو عشق مٽيءَ سان آهي. سندس عشق جو مظهر ”اڄوڪي تہ نئين سنڌ جي تعمير ڪريون“ اڄ اسان جي سامهون آهي.پروفيسر اعجاز احمد قريشي اقتصاديات جي علم جو ڄاڻ

اڄوڪي تہ ”نئين سنڌ“ جي تعمير ڪريون

مشهور ڄاڻو آهي، ان ڪانسواءِ عملي طور ترقيءَ لاءِ راڄن جي شموليت واري نظريي هيٺ، ٻهراڙين جي ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ ادارن سان گهڻي وقت کان لاڳاپيل رهيو آهي. ان ڪري سندن تجربا زميني سچاين تي مشتمل آهن.

سندن انداز جذباتي آهي، ان ڪي وڌيڪ منطقي ڪرڻ جي ضرورت آهي. هن وقت اسان وٽ سنڌ جي وڌندڙ غربت ۽ اقتصادي ذريعن جي زوال جو وڏو مسئلو آهي. ان تي اڃان وڌيڪ ڪم ٿيڻ کپي.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي مکيہ مسئلن تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ انهن سبب پيدا ٿيندڙ صورتحال بحث هيٺ آئي آهي. مون کي ڪا وڏي ڄاڻ ڪانهي، جو هن ڪتاب تي ٽيڪا ٽپڻي ڪري سگهان. منهنجي سمجهہ ۾ هيءَ هڪ شعوري ڪوشش آهي تہ سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن متعلق بنيادي ڄاڻ عام سنڌي ماڻهوءَ تائين پهچائي سگهجي.

اها بدقسمتيءَ جي ڳالهہ آهي تہ سنڌ ۾ اسين هڪ مربوط سماج جا بنياد وجهي نہ سگهيا آهيون. سنڌ جو سماج اڄ بہ قبائلي جاگيرداري ۽ ڏاڍ مڙسيءَ جي شڪنجي ۾ ڦاٿل آهي. عام ماڻهو جيڪو گهٽائيءَ ۾ آهي، اهو هن ڄار مان نڪري نٿو سگهي. سماجي ترقي صرف تڏهن ممڪن ٿي سگهندي جڏهن ماڻهوءَ جون سوچون آزاد هجن، جڏهن هن کي مڪمل تحفظ هجي. هن وقت فرد اڪيلو ۽ نويڪلو آهي. ان ڪري هُن جي سوچ صرف پنهنجي ذات جي گهيري ۾ ڦاٿل آهي.

انهن بنيادي سببن ڪري فرد موقع پرست، خوشامدڙيو ۽ بي همت بڻجي ويو آهي. هن وقت اسان جي سڀ کان تکڙي ضرورت آهي تہ اسين سماج کي پستيءَ جي هن ذلت مان ٻاهر ڪڍون. فرد جو اعتماد بحال ڪريون ۽ هن کي بنيادي انساني عزت واپس ورني ڏيون. ان لاءِ هڪ وڏي سماجي انقلاب جي ضرورت آهي. اهو انقلاب صرف تعليم جي واڌاري سان اچي سگهي ٿو. افسوس جو سنڌي سماج جي گهڻين با اثر ڌرين، تعليمي نظام کي تباهہ ڪرڻ

جي عمل ۾ ئي وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. ڪافي ڪي ملڪي نظام هلائيندڙ
با اختيار ادارا هن عمل جا بانيڪار ۽ سرجڻهار پئي رهيا آهن. عام ماڻهو
اڪثر جهڙ فائدن ۽ موقع پرستيءَ جي جادوءَ ۾ خاموش پيچي بنجي بيهي ڏو
رهي. ان ڪري ”نئين سنڌ“ جوڙڻ جي خاڪي ۽ عام ماڻهوءَ وچ ۾ هڪ اهڙو
پردو حائل رهي ٿو، جنهن کي چاڪ ڪرڻ ڏکيو ڪم بنجي ويو آهي.

سنڌ سنوارڻ جي مقصد کي اڳتي وني وڃڻ لاءِ اعجاز جو هيءُ ڪتاب
گهڻ واري خاموشيءَ ۾ پهرين ڪوڪ آهي. ان جو پڙلاءُ گونجڻ کپي.

اسين سنڌ جي سونهن کي وري ماڻڻ جا سپنا ماڻڪين ۾ سانديو
ساهه پيا کڻون. شايد هن حياتيءَ اُهي ساپيان ٿين.

*هتان ڪٿي هت جن رکيو سي رسيون،*

*ساجن سونهن سرت، وڪائين ويجهو ٿيو. (شاهه)*

**ڊاڪٽر سليمان شيخ**

5 جنوري 2001ع، ڪراچي

# ٻئين ڇاپي تي ليکڪ طرفان ڪجهہ ويچار

تمام ٿورڙي وقت اندر هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو وڪامجي ويو جيڪا ڳالهہ مون لاءِ هڪ ئي وقت اچرج جوڳي ۽ خوشيءَ جو باعث آهي. ۽ اها للڪار پڻ آهي تہ هن موجوده (ٻئين) ڇاپي کان پوءِ ايندڙ منهنجن ڪتابن جي معيار کي بهتر کان بهتر هجڻ گهرجي. هيءَ ڪتاب پنهنجي سمورين ڪچاين ۽ ڦڪاين جي باوجود ٻيهر ڇپرائجڻ ٿو جو سنڌ، هند ۽ ٻاهر جي ملڪن ۾ وسندڙ سنڌ جي ڪيترن ئي علم دوستن، ادب پرور ماڻهن ۽ سنڌ سان اڪير رکندڙ نون سنڌي دوستن پڻ هن ڪتاب پڙهڻ جي خواهش ظاهر ڪئي پر جيئن تہ ڪتاب هٿو هٿ وڪرو ٿي چڪو هو ۽ ڪاپيون دستياب نہ هيون تنهنڪري اها اشد ضرورت محسوس ٿي تہ هڪدم ڪتاب جو ٻيون ڇاپو ڇپرائڻ گهرجي. ان گهرج کي ذهن ۾ رکندي ڪتاب کي بنا ڪنهن واڌاري يا سڌاري، جيئن جو تيئن ٻيهر ڇپرايو ويو آهي.

هيءَ ڪتاب منهنجي طرفان هڪ اهڙي ننڍڙي ڪوشش آهي جنهن جو مون کي ڪوبہ اجورو يا معاوضو درڪار نہ آهي، سواءِ ان جي تہ هيءَ ڪتاب سنڌ جي ساڃاهہ وند ماڻهن کي منظم، مربوط ۽ سائنسي ڪوجنا ۽ تحقيق ڏانهن مائل ڪري تہ جيئن اهي پنهنجي خداداد صلاحيتن ۽ لياقتن کي ڪتب آڻيندي ڪي اهڙا ڪتاب، تحقيقي مقالا ۽ مضمون لکن جيڪي اڳتي هلي سنڌ جي سماجي، سياسي، معاشي، ثقافتي ۽ تاريخي حقن جي حاصلات جو پروانو ٿبجن. سنڌ جي خوشحاليءَ ۽ جياپي جو جيڪو خواب اسان سيني جي اکين ۾ آڪيرا اڏي وينو آهي اهو نہ رڳو سڄيءَ سنڌ جي سڪار ۽ سک جو ساپيائون آڻيندو پر پوريءَ دنيا ۾ جتي جتي هٿيار آهن اتي امن جا اجها اڏيندو.

هن ڪتاب بابت ڪيترائي تعريفي ۽ تنقيدي رايا ۽ مشورا مليا آهن، جن تي پڻ نئين ايڊيشن ۾ عمل ڪرڻو هيو پر هن ڪتاب جي تڪڙيءَ گهرج سبب انهن کي ٽئين ايڊيشن ۽ ايندڙ ٻين ڪتابن تائين موخر ڪجي ٿو. پر گڏوگڏ هن ڪتاب بابت مليل سيني قابل قدر راين ۽ مشورن کي مون هنياءَ سان هنڊايو آهي تنهنڪري انهن سيني دوستن جو آءٌ شڪرگذار آهيان جن هيءَ ڪتاب غور سان پڙهيو ۽ قيمتي خيال آرائي ڪئي. آءٌ هڪ دفعو ٻيهر هن ڪتاب جو مطالعو ڪندڙ سيني پائرن ۽ ڀينرن جا ٿورا مڃان ٿو. اميد اٿم تہ هيءَ ڪتاب، حالتن جي ٻيٺل تلاءَ ۾ هڪ ننڍڙو پٿر ثابت ٿيندو.

3-A

**پروفيسر اعجاز قريشي**
88_ مسلم هائوسنگ سوسائٽي، حيدرآباد
16_ آگسٽ 2001ع

# ٻه اکر

سنڌ ۾ سُور ڳالهه مڙئي ساڳي آهي!

اسان جو دوست اعجاز قريشي، سنڌ جي سورن جو مختصر ۽ جامع جائزو وني، رڻ پٽ جي اونده ۾ هتوراڙيون ڏيئي، بي حس ديس واسين جو ذڪر ڪري، وڏن ماڻهن، سرواڻن، هڏ ڏوڪين، پاڻ ڪي ماڻهن ۽ قوم جا اڳواڻ سڏائيندڙن جا ڪجهه احوال، مسئلن سان گڏ ڪري، جڏهن اهو سڏ ڏيئي ٿو ته، ”اچو ته نئين سنڌ جي تعمير ڪريون!“ ته سچ پڇو ته هانوَ تي چنبو پوي ٿو ته ”اجاڪي جوڳي آهن جهان ۾“ — جن جا سڏ پڌرا ٻڌجن پيا ته ٻيلي پنهنجا لاهه ته نڪري ويا آهن پر اجا پينگ نه ٿي آهي. اجا صفا اونده نه ٿي آهي. جي سنڌ جي تعمير ۾ متحد ٿي ۽ ايمان ڪي اڳيان رکي، دلين مان گروهي ڪلفتون ڪڍي، اڳتي اچجي ته سنڌ جي سينڌ مان ڏهاڳ نڪري سهاڳ جون نشانيون نمودار ٿيڻ شروع ٿينديون.

سمن جي دؤر کان پوءِ سنڌ سان جيڪي ويل وهيا آهن، سي تاريخ جي صفحن تي ڦهليل آهن. ارغون - ترخان - مغل دؤر عجيب ڦرلٽ جو دؤر هو، جنهنجو مثال دنيا جي تاريخ ۾ شايد ملي. جتي ڦرلٽ هوندي آهي اتي ترقيءَ ۽ اڳتي وڌڻ بابت ڪو سوچي به نٿو سگهي. ارغون ۽ ترخان وچ ايشيا جي جابلو پٽن جا بين الاقوامي دهشتگرد لٽيرا هئا جن جي شروعات محمود غزنويءَ جي سترنهن ڪاهن سان ٿي. مغل گورنر عجيب نازڪ ۽ شهنشاهي تمدن جا هيراڪ سي سنڌ ۾ ڏورانهين ۽ عجيب حالت واري ملڪ ۾ اچڻ لاءِ به تيار نه ٿيندا هئا ۽ سنڌ ملڪ ڪي، ٻين عملدارن ڪي ٺيڪي تي ڏيندا هئا ۽ اهي عملدار سنڌ جي ماڻهن ڪي ايترو ڦريندا ۽ لٽيندا هئا جو گورنر جي ڏن جو حصو ڪڍي، باقي پنهنجي ڪاتي ۾ جمع ڪندا هئا. اها ڦرلٽ اڍائي سؤ سالن کان به مٿي جاري رهي، جنهنجي پڙلاءِ ڪي اسين

---

اچو ته ”نئين سنڌ“ جي تعمير ڪريون

اجا تائين سچائي ۽ ٻڌي سگهون ٿا. ارغون-ترخان ۽ مغل سنڌ جا اهڙا حاڪم هئا جن پنهنجي رهائش لاءِ محل يا ڪي اهڙيون عمارتون ٻه نه نهرايون جن ۾،هو شاهي روايتن ۽ ٺاٺ باٺ سان رهي سگهن. الائي ڪٿي رهندا هئا ۽ ڪٿان حڪومت ڪندا هئا. ڪا خبر نه ٿي ملي. باقي سندن قرلت ۽ استحصال سان هزارين پناڪارا ٿيا پيا آهن. مڪليءَ تي ٻه نالي ماتر سندن قبا ۽ قبرون آهن باقي چؤطرف مڪاني سنڌي شهيدن جون بي نام قبرون ڦهليل آهن. انهن بين الاقوامي دهشتگرد ارغونن، ترخانن ۽ مغل گورنرن ڪي تاريخ ايترو نروار نه ڪيو آهي جو خوشقسمتيءَ سان هو "مسلمان" ٻه هئا ته "غازي" ٻه هئا. سنڌ ملڪ ۾ هاڻ پاڪستان جي تاريخ ڪي ٻيهر صحيح ۽ مستند حوالن سان لکڻ جي اشد ضرورت آهي.

اعجاز قريشيءَ جو هيءُ ڪتاب پڙهي لڳي ائين ٿو ته ان وقت جي جاري ٿيل لٽمار ۽ استحصال جي اجا سنڌ ۾ ڪمي نه آئي آهي ۽ انهيءَ عذاب جو تسلسل موجود آهي. فقط چهرا ۽ نظام بدلجي ويو آهي وقت جي گهرج مطابق، اڳ لٽمار ۽ پرماريت ۾ ڌاريا هزار هئا ته ڪي پنهنجن جا چهرا ٻه تاريخ جي ورقن تي نظر اچن ٿا. پرهاڻ جي هزار ڌاريا آهن ته هزار ڪان ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ پنهنجا ٻه برابر نظر اچن ٿا. هن ننڍڙي پر ڪارائتي ڪتاب ۾، مختصر سهي، پر نهايت صدق دل سان جن مسئلن جو اعجاز جائزو ورتو آهي، سي سنڌ جي وجود لاءِ شهه رڳ جي حيثيت رکن ٿا. مثال طور: سنڌ جي سياسي، سماجي، اقتصادي، تعليمي ۽ زرعي صورتحال ڪان سواءِ زرعي پاڻيءَ جي غير موجودگي ۽ غير ضروري پاڻيءَ جي نيڪال جي صورتحال تي ٻه مختصر ۽ ڪارائتي معلومات موجود آهي جيڪا ٻين دوستن ڪي جن وٽ جاڻ آهي، اهي سچاڻ آهن ۽ سندن دل ۽ دماغ ۾ پنهنجن مسئلن لاءِ لوچ آهي، سي اڳتي وڌن ۽ انهن ٻڌايل مسئلن تي وڌيڪ اپياس ۽ سوچ ڪن. اهي مسئلا اسان جي Survival جا مسئلا آهن. صورتحال ڏينهون ڏينهن بگڙجندي وڃي پئي. سياسي مڪان پنهنجي نشي پتي ۾ مشغول آهن. ڪجهه هڏ ڏوڪي ۽ نئين وات جا سياسي پانڌيئڙا آهن ٻه

ته انهن لاءِ رستي کي پڻ دوستن ايترو اٽانگو ڪري ڇڏيو آهي جو سنڌ جو عام ماڻهو مونجهاري جي اهڙي چوواٽي تي اچي بيهي رهيو آهي جوهيءَ سچي سياست ڪيس ڪوريئڙي جو ڄار محسوس ٿئي ٿي. سچ پڇو ته اسين سنڌي، ڪوريئڙي جي سياسي ڄار ۾ روز به روز ڦاسندا پيا وڃون. اعجاز قريشيءَ جي چواڻيءَ ته اجان سنڌي ماڻهوءَ، ذلالتن سهڻ کان پوءِ به همت نه هاري آهي. رڳو ڪو همت ڏيارڻ وارو ۽ سنئون رستو ڏيکارڻ وارو رهنما کپي. اعجاز سنڌين کي ويٽناميِن سان تشبيهه ڏني ٿو. پر موجود رهنمائن لاءِ سمجهي ٿو ته اهي پريس رليز تائين محدود آهن ۽ سندن سياسي قد فقط اخبارن ۾ ڇپيل مواد ڪري وجود ۾ نظر اچي ٿو. اها ڳالهه مون ڪجهه عرصو اڳ پنهنجي هڪ ڪالم ۾ ڪئي هئي ته اسان جا ڪجهه گهٽگهرا خوش نه ٿيا هئا. خير اعجاز اهو به چئي ٿو ته سياسي پارٽين جي ناڪاميءَ جو سبب صحيح نيت ورک نه هئڻ آهي جنهن سان هو عام ماڻهن جي ذهن تائين رسائي ڪري سگهن ۽ رهنما پاڻ به عام ماڻهن وٽ وڃڻ شروع ڪن. آءُ پڻ اعجاز سان متفق آهيان ته عام ماڻهو سياسي پارٽين کان هٽندا پيا وڃن ۽ نتيجي طور ڪا برجستي ۽ سنڌ ليول تي مقبول قيادت ڪانه پئي اچي ۽ عام ماڻهو، مجبور پوئتي پاچ ڪائن پيا ۽ رئيسن، پوتارن، سردارن ۽ سنڌ وڪڻڻ وارن زورآور رهنمائن ڏانهن وڃن پيا. ظاهر آهي ووٽ به انهن کي ڏيندا. سنڌ جا ذڻي به اهي ئي زورآور رهنما ٿيندا جن جي وڏن انگريزن جي آڌ مڃي. ٢٤ مئي ١٨٤٣ع تي انگريز بهادر کي حيدرآباد دربار ۾ سلام پيش ڪيو ۽ غلاميءَ جي سند سان گڏ سندن زمينن ۽ جاگيرن جا ڪاغذ وصول ڪيا. هينئر انهن جا وارث، وقت مطابق، انهيءَ ساڳئي ڪم ۾ رذل آهن ۽ اقتدار ۾ پنهنجو حصو هر حال ۾ حاصل ڪري، پاڻ خوشحال آهن. عام ماڻهن کي به مجبور وٽن وڃڻو پوي ٿو. ٻيو ڪو رستو به ته کين نظر نٿو اچي. ڪجهه راٺا انهيءَ رڻ ۾ واڪا ڪن پيا. پاڻ پتوڙين پيا ۽ آءُ سمجهان ٿو ته اهي عام سرواڻ ۽ مڊل ڪلاس جا نوجوان ضرور ڪامياب ٿيندا. اسان وٽ شهري علائقن ۾ مثال موجود آهي. اعجاز قريشيءَ جا ڏنل انگ اکر،

---

انهيءَ سلسلي، سنڌ جي سجاڳ طبقي کي مايوس ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن پر پريان ڏور جبل پويان اوندهہ ۾ باک ڦٽڻ واري آهي. انهيءَ لاءِ جاکوڙ ۽ اوسيئڙو ضروري آهي. نوجوانن جا جتا ڪپن جي اها روشني، اوندهہ جا پيچرا لتاڙي، ڪٽي اچن، جيسين سياسي ماحول روشن عزم سان ۽ متحد ٿي سنئين راهہ تي نہ هلندو تيسين اسين پنهنجي Survival جي گراف تي پستيءَ ڏانهن مائل هونداسين. اعجاز قريشي بہ صفا مايوس ڪونهي ۽ آءٌ بہ اميد رکان ٿو تہ اسان جو سياسي آجپو ۽ حاصلات موجوده رهنمائن جي حوالي سان ئي ٿيندو. اڳيان آڏو رڳو Neo-Fuedalism جا جاهل ۽ ڪرپٽ وڏيرن ۽ پوتارن جي آهي. اهي پاجيرو جا ڏٽي رڳو انهيءَ ڪري ڪامياب آهن جو اسان جا يار متحد نہ آهن. وقت ڪا اڳ وڌيڪ ۽ اجائي پرچار ڪن ٿا ۽ ڪين سياست جي اصولن ۽ ان تي شعوري طور عمل ڪرڻ بابت ڄاڻ بہ پوري ناهي.

آءٌ اعجاز قريشيءَ جي سيني ڳالهين سان متفق بہ آهيان، پر سمجهان ٿو تہ رڳو اسان جا سياسي ادارا ۽ تعليمي ادارا صحيح ۽ سائنسي بنيادن تي ڪم ڪن تہ سڀ ڏک ڏوراپا دور ٿي وڃن. سڀ مسئلا، سماجي، ناٽي جا، پاٽيءَ جا، ڍمن جا ۽ ٻيا انيڪ مسئلا حل ٿيڻ لاءِ سياسي ۽ تعليمي شعور سڀ کان اول آهي. انهن ٻني ڳالهين لاءِ وري بہ عام ۽ باشعور طبقي جي ضرورت آهي جنهن لاءِ اعجاز قريشيءَ ۽ ٻين يارن کي اڃا بہ پنهنجي رهيل حياتي پتوڙڻي آهي.

ڄامشورو جيڪو اسان جي تعليم ۽ شعور جو مرڪز آهي سو هاڻ برمودا ترائنگل Bermuda Triangle ٿيندو وڃي. جت هوائي ۽ بحري جهاز الائي ڪهڙي ڪشش ڪري ٻڏي ويندا آهن ۽ ڄامشوري ۾ بہ اسان جو نوجوان پنهنجي شعور سُوڌو غرق ٿي، جڏهن باهر نڪري ٿو تہ يا هو نااهل آهي يا بگهڙ آهي. ڪي چند نوجوان باشعور بچن ٿا، جن تي اسان سڀنيءَ جي مستقبل جو بار آهي. مون کي هڪ دوست چيو تہ ڄامشوري جي هڪ يونيورسٽيءَ ۾ مون پنهنجي هڪ پٽ جا ست سال ضايع ڪيا جنهن لاءِ آءٌ ڪرمنلي ذميوار آهيان تہ مون موجود نسل جي هڪ فرد کي تباهہ ڪيو آهي. اهڙا الائي ڪيترا مائٽ ٻين کي

تباھہ ڪن پيا. مون سوچيو تہ اسان جي نسل جي تباھيءَ جي ڪارڻ
جو Epi Centre ڪنھن بئي ھنڌ آھي ۽ ڪي ٻيا ماٺھو بہ انھيءَ
زلزلي لاءِ وڏيڪ ذميوار آھن، جيڪي تعليم جا Fuedal lords آھن.

بھرحال اعجاز قريشيءَ جو ھي ڪتاب نہ رڳو پڙھڻ جھڙو آھي
پر ھڪ وطن دوست جي دل ۽ ذھن جي عـــذابن جو پڙاڏو آھي. ھن
ڪتاب ۾ موجود صورتحال بابت صحيح ۽ گھڻي معلومات سان گڏ
ھڪ ھڏڏوڪي انسان جو تجزيو شامل آھي.

ھي ڪتاب عام سنڌي رھاڪن جي گھرن ۾ ھئڻ ضروري آھي
۽ نوجوان توڙي بزرگ، مرد توڙي عورت ڪي پنھنجي صوبي جي عام
مسئلن جي ڄاڻ لاءِ ۽ مسئلن جي حل لاءِ ھي ڪتاب ضرور پڙھڻ کپي.

غلام نبي مغل

# پنهنجي پاران

خبر ناهي اها ڪهڙي گهڙي هئي، جو سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي محبت جو ڪانءُ هنيانءَ ۾ لڳو هئم. هاڻي تہ سڀ وار سفيد ٿي رهيا آهن، پر پوءِ بہ ايئن لڳندو اٿم تہ منهنجي چوڌاري سڀ وطن پرست بيٺا آهن. منهنجون منيون بہ انهن وانگر پڪوڙيل، ڏند ڪرٽيل آهن، اکين ۾ آڳ جا الا آهن ۽ ذهن ۾ فقط هڪ گونج آهي -"Long Live Sindh".

مان اهو دور بہ ڏسي چڪو آهيان، جنهن ۾ "جيئي سنڌ" چوڻ پاڻ کي عتاب جو شڪار بنائڻ برابر هو ۽ مان ڏسان ٿو تہ اڄ بہ ٿوري فرق سان صورتحال ساڳي آهي. منهنجي استادن، رهبرن ۽ رهنمائن سيکاريو هو ۽ اڄ انهن جي قبرن تي الڳ الڳ ڪتبا ان ڳالهہ جا ساکي آهن تہ انهن "مات ڪري ويهڻ" کي هڪ وڏي ڪمزوري، بزدلي ۽ پاڙياٽپ قرار ڏنو هو. انهن جي نقش پا تي هلندي، زندگي گذاري اٿم ۽ مان چاهيان ٿو تہ هنن جي فڪر موجب منهنجو باقي سفر بہ ايئن گذري جيئن هنن سمجهايو هو تہ:

جان جان هئي جيئري، ورچي نہ ويٺي
وڃي پوڻ پيني، سارينديءَ کي سڄڻين

هيءُ ڪتاب لکڻ منهنجي پراڻي خواهش هئي ۽ مون چاهيو پئي تہ سنڌ کي پنهنجي اندر جو اڌمو ڏيان. منهنجو خواب آهي تہ سنڌ سرسبز ۽ خوشحال ٿئي ۽ سنڌي ماڻهن جي چهرن تي مرڪون هجن.

الله ڪر جيئن، مديون جن جي من ۾،
اسان ۽ پرين جون اميدون پسن،
تهان پوءِ مرن، سڙي انهيءَ سور ۾.

ان لاءِ مون هيءَ ڪتاب لکيو آهي. مان محترم سائين **محمد ابراهيم جويي** صاحب جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان، جنهن هن ڪتاب جي ايڊيٽنگ ڪئي، سندن پيار ۽ شفقت جو هٿ سدائين مون تي رهيو آهي. مان پنهنجي ڪهاڻيڪار دوست **غلام نبي مغل** جو شڪر گذار آهيان جنهن هن ڪتاب تي بہ اکر لکيا. عزيزم **طارق قريشيءَ** ڪتاب تي تعارف جا بہ لفظ لکيا. سندس قرب بہ وسارڻ جهڙو

ناهي، ۽ منهنجو صحافي دوست، امام علي ڏيٿو، جنهن کي ڏسي سنڌ جي نوجوانن
جي ڏاهپ ۽ محنت تي فخر ٿيندو اٿم. تنهن جا ٿورا پڻ مڃان ٿو، جنهن هن ڪتاب
جي تصنيف وقت نه رڳو هٿ ونڊايو، پر مون کي تمام گهڻو همٿايو. ڪن ماڻهن جون
محبتون ايترين ته چانيل هونديون آهن، جو رڳو رسمي طور انهن جا ٿورا مڃي نه
سگهبا آهن. انهن جي محبتن جو حق ايترو ته گهڻو هوندو آهي، جو ان لاءِ شڪريي
جا لفظ بنهه ننڍڙا ٿي پوندا آهن. مان پنهنجي پياري شفيق پيءُ محترم علي احمد
قريشيءَ جو سدائين احسان مند رهندس، جنهن مونکي (جيڪو به آهيان) ناهيو آهي.
مونکي (جيئن به آهيان) ان درجي تي پهچايو آهي. پنهنجي شريڪ زندگيءَ جي اڻ
ڳڻ محبتن کي به دل جي گهراين سان ذڪر هيٺ آڻيندس، جنهن جي حصي جو وقت
مان سماجي ڪمن ۽ لکڻ ۽ پڙهڻ جي نذر ڪندو آهيان ۽ هن مون کي ان لاءِ ڪڏهن
به روڪيو ۽ ٽوڪيو ناهي. منهنجي ڏيئرن پڻ هميشه منهنجي علمي ۽ سماجي
سرگرمين کي لائق تحسين سمجهي، منهنجي همت افزائي ڪئي. منهنجو ڀاءُ ظهير
بابر هر حال ۾ مون لاءِ اتساهه جو ذريعو ( Source of inspiration ) رهيو آهي،
سندس محبتن کي به پنهنجي اوسر جو هڪ اهم جز قرار ڏيان ٿو، ۽ ساڳيءَ ريت
پنهنجي ڀيڻن جو به ٿورائتو آهيان جن پڻ مونکي هر وقت پٺي همٿايو آهي. ان کان
علاوه اهو ذڪر به ضروري آهي ته منهنجي پٽ عبدالرحيم عرف عاصم قريشيءَ
منهنجي همزاد جو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ بلاشڪ ته هو منهنجي جوانيءَ جو انعام ۽
پيريءَ جو ثمر آهي، هن جي طرفان هر وقت دلجوئي ۽ ساٿ مونکي ولولو بخشيندو
آهي.

مان انهن ماڻهن جو ذڪر دل جي حضور سان ڪرڻ چاهيان ٿو، جيڪي مون
لاءِ نشان راهه (Mile Stones) آهن . ڊاڪٽر سليمان شيخ جنهن جي هر چڱائيءَ
منهنجي دل تي نقش آهي ۽ فضل الله قريشيءَ جو جيڪو مون لاءِ زندگيءَ جي رڃ
۾ نخلستان وانگر آهي. سنڌ جو سرمايو سراج الحق ميمڻ جنهن جي خدمتن کي سنڌ
ضرور ڳائيندي، مون لاءِ مثالي نمونو (Role Model) رهيو آهي. انهن سيني جي
محبتن جو عرق آهي اهو خلوص ۽ اها گرم جوشي، جيڪا اوهان کي مون ۾ ۽
منهنجي تحريرن مان نظر ايندي. هن ڪتاب جي ڇپائڻ لاءِ مان سنڌ ايڊيوڪيشن
ٽرسٽ جو پڻ تمام گهڻو ٿورائتو آهيان.مان توهان سيني جو ٿورائتو آهيان جن

ڪتاب پڙهيو ۽ انهن جا بہ اڳواٽ وڏا وڙ مڃيندس، جيڪي هن ڪتاب جي پذيرائيءَ يا ٽيڪانپٽيءَ طور پنهنجا رايا لکي موڪليندا.

سنڌ جي مصائبن ۽ حق تلفين جو ذڪر ڪندي، اسان پنهنجي تحريرن ۽ تقريرن ۾ اهو زوردار انداز ۾ ورجائيندا آهيون تہ هن ملڪ کي حاصل ٿيندڙ آمدنيءَ ۾ سنڌ مان ملندڙ روينيو، ملڪ جي مجموعي اپت جو 70 سيڪڙو آهي. ان لاءِ اسان پنهنجي وسيلن جو حوالو ڏيندا آهيون. بلاشڪ تہ ايئن ٿي آهي ۽ ان ۾ ڪو وڏاءُ ڪونهي تہ سنڌ جي بندرگاهن، هوائي اڏي، ڪسٽم ديوٽيز، انڪم ٽئڪس ۽ ٻين محصولن جي مد ۾ حاصل ٿيندڙ روينيو ملڪ جي مجموعي آمدنيءَ جو لڳ ڀڳ 70 سيڪڙو آهي ۽ ان حساب سان سنڌ کي اين ايف سي ايوارڊ توڙي وفاق مان ورچ جوڳي پول مان ملندڙ حصو يا وري ٻين گرانٽن ۽ (ڪن خاص حالتن ۾ هنگامي امداد) رليف وغيره ڏيڻ جي زحمت نہ ڪئي وئي آهي. منهنجي اها ڪوشش آهي تہ آئون ان ڏس ۾ ترت ئي هڪڙو تحقيقي مضمون لکان، جنهن ۾ سنڌ مان حاصل ٿيندڙ روينيو جو سمورو وچور ڏنو ويندو ۽ گڏو گڏ وفاق طرفان سنڌ کي ملندڙ مالياتي حصي جو تقابلي جائزو بہ پيش ڪيو ويندو.

ڪجھ گهٽتاين ۽ ڪوتاهين جو بہ ذڪر ڪبو. هن ڪتاب ۾ موجود ڪچايون ۽ خاميون بہ پنهنجي موجودگيءَ جو احساس ڏياريندون، جن جو ذمو کڻڻ پنهنجي اخلاقي جوابداري سمجهندي اهو اعتراف ڪندس تہ وقت جي کوٽ ۽ ٻين ڪيترين مجبورين سبب هن ڪتاب جي گهربل ضرورتن کي شايد پورو نہ ڪري سگهيو آهيان. جيتوڻيڪ ان لاءِ ڪوبہ بهانو يا عذر ڪونهي پر هن ڪاوش کي جيئن سوچيو هو، تيئن پيش ڪيو ويو آهي. انگن اکرن جي پرمار، گهڻن گوشوارن، جدولن، چارٽن ۽ بي پناھ حوالن ۽ داخلائن وجهڻ ۽ لکڻيءَ کي خشڪ، محض تحقيقي مقالو بنائڻ، مقصود نہ هو. ساديون ۽ سوليون ڳالهيون ڪرڻ جو مقصد، اصل پيغام کي اوليت ڏيڻ آهي، نہ تہ عالماڻو ۽ عارفاڻو طرز تڪلم اختيار ڪرڻ تہ هن دؤر ۾ گهٽو ڏکيو ڪونهي.

مان پنهنجي ڳالهه ختم ڪرڻ کان پهرين انهن سڀني دوستن جا ٿورا
مڃيندس جن هن ڪتاب جي مسودي کي ڏٺو، پڙهيو ۽ قابل قدر تجويزون ۽
قيمتي مشورا ڏنا. جن ۾ اشفاق ميمڻ، ڊاڪٽر رجب ميمڻ، ڊاڪٽر مير امان الله
ٽالپر، پروفيسر مشتاق ميراڻي، ظفر جوڻيجو، ڊاڪٽر شمس صديقي، نظير
ميمڻ، اسلم بلوچ، نصير سارنگ ۽ يوسف لغاري شامل آهن.
انهن سڀني جويڻ ذڪر ڪجي جن هن قسم جي ڪمن لاءِ مونکي وقت به وقت
همٿايو تن ۾ نظر ميمڻ، امان الله شيخ، ابرار قاضي، جامي چانڊيو، جاويد
قاضي، جي اين مغل، ڊاڪٽر نذير شيخ، ڊاڪٽر شريف ميمڻ، بخش علي لاکو،
ذوالفقارهاليپوٽو، حسن وساڻ، خادم ٽالپر، پروفيسرجي ايم ٽالپر، عبدالحميد
جعفري، شاهين خان، عابد چنا، پرويز ٻانڀڻ، هريرام، علي غلام جوڻيجو،
لڪومل، خادم سومرو، عبدالمجيد سومرو، يوسف ميمڻ ۽ وجي منڌاڻ شامل
آهن. جتي مون يارن دوستن جي نوازشن جوذڪر ڪيو آهي اتي پنهنجي ڪن
فڪري سونهن ۽ رهبرن ڪامريڊ سوڀو گيانچندااڻي، تاج صحرائي، ڊاڪٽر
آفتاب قريشي، جي ايم قريشي وڪيل، بدر ابڙو، سيد غلام مصطفيٰ شاهه،
انجنيئر عبدالرسول ميمڻ، انور قريشي، ڪامريڊ روچيرام وڪيل، نورالدين
سرڪي کي به وساري نٿو سگهان.
سنڌ جي حوالي سان هيءُ ڪتاب لکندي سمورو وقت منهنجي ذهن ۾
لطيف سائينءَ جو هيءُ بيت هرندو رهيو آهي ۽ مان اهو بيت، سنڌ جي خوشحال
مستقبل جي تصور طور، سنڌ کي ارپڻ چاهيان ٿو.

اگڻ تازي، ٻهر ڪنديون، پڪا پٽ سونهن،
سرهي سيج، پاسي پرين، مر پيا مينهن وسن،
اسان ۽ پرين، شال ڪُهون برابر ڏينهڙا.

**پروفيسر اعجاز قريشي**

88– مسلم هائوسنگ سوسائٽي، حيدرآباد

ڪرسمس جو ڏينهن، 25 ڊسمبر، 2000ع

*سچائيءَ لاءِ جيڪڏهن ماڻهو ڳولا ۾ آهي تہ اهو بنان مدد جي بہ سچائي ڳولي سگهي ٿو (برٽالٽ بريخت).*

پورڻتا (مڪمل هجڻ /ڪامل هجڻ) جي دعويٰ ڪير بہ نہ ٿو ڪري سگهي، پر Perfection ڏانهن وک وڌائڻ جو ارادو ۽ عملي جستجو تہ هر ڪو ڪري سگهي ٿو. ها، اها بي ڳالهہ آهي تہ ارادا ئي نہ جڙن، هر ارادي ۽ تصور جي اسرڻ کان اڳ هڪ نہ ڪنڊڙ مايوسي اڳيان اچي وڃي!

اسان ڪي مجڻو پوندو تہ اسين مڪمل طور مايوس هوندا آهيون، تڏهن ئي اسان جي عمل ۾ ڪا پختگي ۽ مضبوطي پيدا نہ ٿيندي آهي. ممڪن آهي تہ منهنجو اهو چوڻ تہ "اسين سڀ مايوس آهيون" غلط هجي، ۽ اسان تي مايوسيءَ جي ڪنهن گهڙيءَ جوئي پور هجي! ۽ اسان ۾ گهڻا اهڙا ماڻهو موجود هجن، جن جا عزم ۽ ارادا سگهارا هجن، جن جي پاڻ کي خبر نہ آهي. باقي اهو هاڻ دستور ئي ٿي ويو آهي تہ حوصلو رکڻ ۽ حوصلي رکڻ جون رڳو ڳالهيون ئي ڪجن ٿيون تہ بہ چيو وڃي ٿو تہ اها "نعري بازي" آهي!

هڪ ڊگهي عرصي کان آئون اهو سوچيندو رهيو آهيان تہ اهو ڪهڙو سبب آهي جو ون يونٽ خلاف سنڌ ۾ همہ گير قسم جي ذڪار هئي ۽ ساڳئي وقت ان ظلم خلاف هر سنڌي باغي بڻيل هو! ان ڪانپوءِ جيڪڏهن اڳتي هلي سنڌ ۾ بي چينيءَ سبب ڪو تحرڪ پيدا ٿيو تہ اُهو 1983ع جي "ايم آر ڊي" (جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ) هئي. هائي قومي معاملن تي يا اجتماعي مسئلن تي اسان ۾ هڪ تہ هم خيالي پيدا نہ ٿي ٿئي ۽ جيڪڏهن جزوي طور ٿئي بہ ٿي تہ ان ڏس ۾ مربوط ءِمنظم عمل جو فقدان هجي ٿو.

منهنجي نظر ۾ ان جا جيڪي اڪيچار سبب آهن، انهن ۾ مک ڳالهيون هي آهن.

(ا ) اسان جي سياست "حادثاتي" رهي آهي.

(2 ) اسين "اتفاق" جي انتظار ۾ رهندا آهيون.

(3) اسين دستبردار ٿيڻ جا عادي ٿي ويا آهيون.

پاڪستان ٺهڻ کان وٺي ون يونٽ قائم ٿيڻ تائين، ذوالفقار علي ڀٽي جي اچڻ کان وٺي نوازشريف جي امد ۽ رفت تائين، پاڪستان جي سموري تاريخ سياسي حادثن سان ڀريل آهي، جنهن ۾ سنڌ کي هميشه اهڙو ئي ڪردار نصيب ٿيو اهي. جهڙو ٻن ڌرن ماڻهن تي مشتمل "قوالي پارٽي" ۾ شامل آخري ڇيڙي تي ويٺل تاڙيون وڄائيندڙ ڪنهن "همنوا" جو ڪردار هوندو آهي.

سيڪجهه پاڻ مرادو ٿيندو ويو آهي. ڪڏهن به ڪنهن اهو سوچڻ جي زحمت ئي نه ڪئي ته آخر *"سنڌ جي ماڻهوءَ جي مرضي به معلوم ڪجي."*

هاڻي ته اها حالت آهي، جو جيڪڏهن اوهين ڪنهن کان نيڪ نيتيءَ سان سنڌس راءِ به پڇو ته هو ان کي جمهوري طرز عمل سمجهڻ بدران پنهنجي خلاف "پڇاڻو" سمجهندو. اسان کي اڳواڻي (قيادت) حادثن ۾ ملي. ڪڏهن اسان جو اڳواڻ 17 آڪٽوبر تي ٺوڙهيءَ جي واقعي سان پيدا ٿيو، ته ڪڏهن وري 30 سيپٽمبر جي واردات مان ڦٽي نڪتو.

ون يونٽ خلاف تحريڪ دوران به ايئن ٿيو. ڪيترائي آڳر وڏائي شهيدن ۾ شمار ٿيندڙ ماڻهو وڏا اڳواڻ ٿي ويا.

سنڌ جي بي چيني، سنڌي ماڻهن جي بي چينيءَ ۽ ڪاوڙ جي طاقت (Energy) هميشه موقع پرستن پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪئي. سنڌي عوام جي لوچ ۽ لوڇ پاڪستان ناهڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ته ڪيو، پر فائدو ته موقع پرستن کي ٿيو. اڄ تائين ايئن ٿو ٿئي. ون يونٽ کان پوءِ به ائين حادثن جي پيداواري حالتن ۾، جڏهن ڪانڊيرا "درخت" بڻجي سامهون ايندا آهن، ته سنڌي ماڻهن کي ابهن ڪانڊيرن تي قناعت ڪرڻي پوندي آهي..... ان جو مطلب هرگز اهو ناهي ته سنڌي ماڻهو ڪوتاه نظر آهن، پر ان جو واضح مطلب اهو اهي ته وٽن ڪا ٻي واٽ نه هوندي آهي.

فرض تا ڪريون تہ هڪڙي سياسي پارٽي آهي، جنهن ۾ ڪن بہ معاملن تي ڌڙا بندي ٿئي ٿي ۽ اها تيستائين ظاهر نہ ٿي ٿئي، جيستائين ميڊيا تائين اها ڳالهہ پهچي يا پيدا ٿيل ڌڙن جي سهپ ختم ٿئي، پوءِ جڏهن باضابطہ ۽ واضح طور ڌڙا بندي ٿئي ٿي ۽ اها ظاهر پڻ ٿئي ٿي يا ڪئي وڃي ٿي تہ ڪو هڪڙو وڏو ڌڙو جنهن ۾ ڪي وڏا نالا شامل آهن، هڪدم پريس ڪلب جو رخ اختيارڪندو آهي ۽ ڪنهن نئين سياسي پارٽيءَ جو اعلان ڪندو آهي.

*ڪڏهن سنڌي ماڻهن اهو سوچيو آهي تہ هي پارٽيون، تنظيمون ۽ ادارا جيڪي انهن لاءِ ٺاهيا ويا آهن، اهي پنهنجن سيني وڏن ۽ اهم فيصلن ۾ ڪڏهن بہ ڪين شريڪ نہ ٿا ڪن؟ ڪڏهن بہ ماڻهن ڪان سندن راءِ نہ ٿي پڇي وڃي، ڇو؟*

پارٽي ٺاهڻ ڪان وٺي ڊاهڻ تائين، عوام ڪان پڇيو ئي نہ ٿو وڃي. باقي هلو هلو 17 جنوري، 17 مارچ، 17 آڪٽوبر، 4 مارچ، 21 مارچ، 4 اپريل، 30 آگسٽ ۽ 30 سيپٽمبر ملهايون! ماڻهو ڪپن. هر پارٽيءَ، هر ڌر ۽ هر ڌڙي کي ماڻهو کپن، تہ جيئن اهو ظاهر ڪجي تہ اسان جو ڌڻ بہ وڏو آهي.

حادثاتي طور تي پيدا ٿيندڙ سياست ۽ سياستدانن سنڌ جي ماڻهن کي هميشہ اڻ ڄاڻ ۽ بي خبر ئي رکيو. نتيجو اهو نڪتو، جو اسان وٽ هميشہ انتظار رهيو تہ ڪو مسيح يا مهدي ايندو،جيڪو اسان کي نجات ڏياريندو. جهالت جي ان ڪان وڌيڪ پيدا ڪيل بي ڪهڙي گمراهي هوندي، جو اسان مان خودياوري ۽ خود انحصاري ختم ٿي وئي ۽ اسان هر ڳالهہ ۾ ٻين تي پاڙڻ شروع ڪيو.

"ڪم" جنهن ڳالهہ جو نالو آهي، اها ڳالهہ ڄڻ اسان لاءِ منع آهي. جهالت جي راڄ ۾ رهندي اسان مان سڀ سنا گڻ هوريان هوريان موڪلائي وڃن پيا ۽ اوگڻ ڪثرت ۾ اچي ويا آهن. پر ان جو اهو مطلب ناهي تہ پنهنجي

اجتماعي ڪوتاهين جو الزام ڪنهن ٻيءَ ذر تي هٽجي ۽ ڇنڊجي ته طويل قومي ۽ طبقاتي پسماندگيءَ سبب اسان ڪان اخلاقي قدر ڇڏائجي ويا آهن. سچ ته اهو آهي ته فرد هجي يا جماعت، جڏهن ذلتن مان سڪندا نه آهن، ته زندگي انهن ڪي ڪجهه به ڪو نه سيڪاريندي آهي. ۽ زندگي اسان کي ڇا ڇا نه ٿي سيکارڻ چاهي، ! پر اسين "محروم" ٿي مري ٿا وڃون، "ماهر" نه ٿا ٿيون.

هي ڪتاب لکندي، مون دل جي گهراين سان اها ڪوشش ڪئي آهي ته عام ۽ سادي ٻوليءَ ۾، سهڻن چٽن واريءَ لفاظيءَ کان پاڪ اهڙي بامقصد ڳالهه ڪجي، جنهن کي هر قسم جي ذهني سطح وارو ماڻهو پڙهي ۽ هنڊائي سگهي. لکڻ کان اڳ ۾ مونکي ان قسم جو پڻ خيال آيو ته ڪي ماڻهو اهڙا به هوندا، جن کي هن تحرير پڙهڻ کان محض ان ڪري به عار هوندو، جو انهن لاءِ منهنجي شخصيت اڻ وڻندڙ هوندي، ۽ ان جا ڪيترا ئي سبب به ٿي سگهن ٿا. پر سنڌ لاءِ سوچيندي ۽ هيءُ ڪتاب لکندي اهو ضرور عرض ڪندس ته اهم ڳالهه اها ناهي ته پيغام ڏيندڙ ڪير آهي، اهم ڳالهه اها آهي ته پيغام ڇا آهي؟ پيغام جي افاديت کي اڳيان رکجي. پيغام ڏيندڙ کي بحث جو موضوع بڻائي، فروعي معاملن ۾ اٽڪي نه پئجي. پر پوءِ به آءُ رضاڪارانه طور تي پنهنجو پاڻ کي هميشه وانگر سنڌ جي ماڻهن جي اڳيان پيش ڪيان ٿو ته اهي ڀلي ملهه ڪٿ (Evaluation) ڪن ته مون سنڌ جي فائدي يا گهاٽي ۾ ڇا ڇا ڪيو آهي. ماڻهن کي پڇڻ جو حق ڏيڻ مونکي منهنجي پيشي سيکاريو آهي، جو مان لڳ ڀڳ 30 ورهيه سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ درس تدريس جي شعبي سان وابسته رهيو آهيان. هڪ استاد جي حيثيت ۾ سوال پڇڻ جو حق رکڻ ۽ حق ڏيڻ نه رڳو منهنجي مشق ۽ عادت رهي آهي، پر مون ان عمل کي وڏايو ويجهايو به آهي.

جيتوڻيڪ مونکي قطعي ضرورت ڪانهي ته مان پنهنجي لاءِ پاڻ احتساب جي گهر ڪيان، پر هڪ بهتر روايت جو بنياد وجهندي ۽ هن ڪتاب

حي اهميت جو احساس ڏيارڻ لاءِ. پنهنجي پڇاڙي جو حق سنڌ جي 3.5 ڪروڙ ماڻهن کي ڏيڻ ضروري سمجهان ٿو.

هڪ ڏگهي عرصي کان وٺي اها تڙپ ۽ طلب رهي آهي ته سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي زندگيءَ ۾ رونق آڻڻ لاءِ منظم ۽ سائنسي انداز ۾ گڏيل جستجو ۽ جاکوڙ ڪجي، ۽ هر ڏسا ۾ ترقي ۽ بهتري آڻڻ جي ڪوشش ڪجي. مهجي اکيان به بين وانگر اهو سوال ڪر ڪٽي بيهندو هو ته "خيال ته سڀ نيڪ آهن. رٿائون به پليون آهن. پر عمل ڪير ڪندو؟" پر جيڪڏهن پاڻ ئي عمل ڪجي ته ڇا ڳهرٻل نتيجا نڪري سگهندا يا نه؟ منزل ڏانهن وڌندي همسفر اڌ رستي ۾ اڪيلو ته نه ڇڏي ويندا؟ سونهان ۽ راهزن رهزن ته بڻجي نه ويندا. ڪاروان ڪنهن رڃ ۾ رلي ته نه ويندو. ڪي "بروٽس" پٺيان اچي خنجر ته هڻي نه ڪڍندا؟ سچ پڇو ته اهي سوال آهن جيڪي مان سمجهان ٿو ته هر ان سنڌي ماڻهوءَ جي ذهن ۾ آهن. جيڪو هزار ويساهه گهاتين ڏيڻ ڪانپوءِ به قوم ۽ ڌرتيءَ لاءِ سوچي ٿو. لوچي ٿو. لڇي ٿو ۽ ڪجهه ڪرڻ لاءِ بي چين ۽ بي تاب آهي. پر ڇا ڪجي، جو هر حساس سنڌي اڳ ئي خائف آهي. هر بار اعتبار لٽجڻ ڪانپوءِ هر ڪنهن ۾ ايترو دم نه هوندو آهي، جو انسان ۾ ايمان قائم رکي سگهي. اتان مايوسي پيدا ٿيندي آهي ۽ مايوسي، ڳنڍگرين بيماريءَ وانگر آهي. ويندي آهي پکڙجندي، وڌندي، والاريندي ۽ وڳهرائيندي.

شايد اهو ئي سبب آهي. جو اسين پنهنجي هر حق تان دستبردار ٿي رهيا آهيون. پر ان حد تائين، جو هاڻ اسان کي اها سڌ به نه رهي آهي ته اسان جا ڪهڙا حق آهن؟ اسان جي نسل جو اسان کي احساس ناهي. اسين لتاڙجي رهيا آهيون. پر پوءِ به ڪا رڙ ۽ داهن نه ٿا ڪيون. حادثا ۽ آفتون ئي اسين پنهنجو مقدر طئه ڪري ٿا ڇڏيون.

ان سڄيءَ صورتحال کي سامهون رکندي هڪ ڊگهي عرصي کان آءٌ سوچيندو رهيو آهيان ته هڪ جامع ۽ مربوط رٿابندي ڪجي. ڪوجنا ڪجي ته

آخر اسان جو سماج لاعلاج ڇو ٿو محسوس ٿئي! سنڌ جا لڳ ڀڳ سمورا ادارا تباهه ڇو ٿيا آهن. چوڌطرف افراتفري ۽ نفسانفسي ڇو آهي؟ سرڪاري توڙي غير سرڪاري وسيلن خرچ ٿيڻ ڪانپوءِ پيداوار يا آئوٽ پٽ (out put) ڏسڻ ۾ ڇو ڪا نه ٿي اچي؟ ڇا، بهتري اچي سگهي ٿي يا نه؟ بهتري ايندي ته ڪيئن ايندي؟ هي سڀ سوال وارو وار ڪندا رهندا آهن ۽ ساڳئي وقت سيني سوالن جا جواب به اکين ۾ ڪيئي شڪايتون ڪٺي هوريان هوريان پيا رڙهندا ايندا آهن. منهنجو ايمان آهي ته دنيا جو ڪو به اهڙو مسئلو ڪونهي، جنهن جو ڪو حل نه هجي. هر مسئلو پاڻ سان گڏ پنهنجو حل ڪٺي ايندو آهي.

سماجي ترقيءَ جي مختلف ڪيترن ۾ ڪم ڪندي ۽ اقتصاديات جي طالب علم هجڻ جي حيثيت ۾، مون تاريخ جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي مختلف معاملن کي ڏاڍي خبرداريءَ سان مطالعي هيٺ رکيو آهي ۽ آءٌ سنڌ جي بهتريءَ جي حوالي سان پر اميد آهيان. مان هزارين مثال ڏيئي اميد افزا ڳالهيون ڪري سگهان ٿو. پر هن موقعي تي چاهيندس ته حقيقت پسنديءَ تي ۽ بنهي مثبت ۽ منفي امڪانن واريون ڳالهيون ڪجن ته جيئن هاڻ "ڳالهيون" ئي نه رهن پر حڪمت عمليءَ جي به ڪا صورت بڻجي سامهون اچي.

دنيا جهان جي سياسي، سماجي، معاشرتي، اقتصادي ۽ ثقافتي ترقيءَ جي ڏسڻ ڪانپوءِ مون وٽ اهو يقين محڪم ٿي ويو آهي ته جيڪڏهن سنڌ واسي چاهين ته سنڌ کي هڪ جديد مثالي خوشحال رياست بڻائي سگهجي ٿو. سنڌ سماجي ۽ اقتصادي طور پاڻ پيري ٿي سگهي ٿي. سنڌ جو جنت بڻجڻ ناممڪنات ۾ ناهي.

جيتوڻيڪ هن وقت هر سماجي ۽ سياسي اڳواڻ حالتن کي منجهيل (Complicated) قرار ڏئي، پنهنجي مطلب جي اصطلاحن (Terminology) کي مروج ڪرڻ لاءِ مختلف راڳ آلاپي، مايوسيءَ ۾ واڌارو ڪري ٿو. پر پوءِ بنان ڪنهن خوش فهميءَ ۾ پوڻ جي اهو اقرار ڪيون ٿا ته حالتون نهايت ڳنڀير آهن.

اسين چاڻون ٿا تہ موجوده صدي سچيءَ انسانذات لاءِ ڏاڍي فيصلہ ڪن صدي آهي. دنيا جي لڳ ڀڳ سمورن اقتصاديات جي ماهرن ۾ ان ڳالهہ تي اتفاق آهي تہ هيءَ صدي "اقتصادي طاقت" جي صدي آهي. سنڌ اهڙو محروم خطو آهي، جنهن جو پنهنجي اقتصاديات تي ڪو بہ ڪنٽرول ڪونهي.

اقتصادي آزادي نہ هجڻ ڪري اسان جي سياسي، سماجي، ثقافتي، تهذيبي، علمي ۽ ادبي ترقي نہ ٿي سگهي آهي. سنڌ جا مصائب ايترائي پراڻا آهن، جيترو هي ملڪ پراڻو آهي ۽ سنڌ جي اقتصاديات کي تيستائين نہ ٿو سمجهي سهگجي، جيستائين سنڌ جي اقتصاديات کي تباهہ ڪندڙ سياسي سببن کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪبي، ڇو تہ سنڌ جي گوڏن ڀر ڳسڪندڙ اقتصاديات جي انهيءَ حالت پنيان آهي سياسي فيصلا آهن. جيڪي سنڌ جي مٿان مڙهيا ويا آهن.

سنڌ هن ملڪ جو شاهوڪار صوبو آهي، جنهن کي پنهنجو بندرگاهہ آهي ۽ ملڪ جو وڏي ۾ وڏو بين الاقوامي هوائي اڏو آهي. 80% کان وڌيڪ ٻاهرين سيڙپ ۽ ڪاروبار ڪراچي ۾ ٿئي ٿو. جيڪو اٽڪل ساليانو 25 ارب ڊالرن جو هجي ٿو. ملڪي توڙي بين الاقوامي ۽ غير ملڪي مالياتي ادارن، بئنڪن ۽ ملٽي نئشنل ڪمپنين جون اٽڪل 90% آفيسون ڪراچي ۾ آهن. پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي اسٽاڪ ايڪسچينج مارڪيٽ ڪراچيءَ ۾ ئي آهي. ۽ اها ڪراچي آهي، جيڪا هن ملڪ جو سڀ کان پراڻو ۽ وڏو صنعتي علائقو آهي. ان کان علاوه هن وقت سنڌ ملڪ جو گهڻي ۾ گهڻو تيل پيدا ڪندڙ صوبو آهي. سنڌ ۾ ڪوئلي جا ذخيرا آهن. لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ ڪانپوءِ ٿر مان بي انتها ڪوئلي جا ذخيرا ملڻ سنڌ جي معدني دولت جي ڪثرت کي ظاهر ڪن ٿا. گرينائيٽ، چائنا ڪلي، سنگ مرمر، گئس ۽ ٻين معدنيات ۾ سنڌ ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ ڪنهن بہ حوالي سان پوئتي ڪانهي. زراعت جيتوڻيڪ تباهيءَ جي ڪناري تي پهچائي وئي آهي. پر اڄ اڪثر فصلن ۾ سنڌ جون زمينون ملڪ جي

باقي بين صوبن جي زمينن جي پيٽ ۾ في ايڪڙ پيداوار وڏيڪ ٿيون ڏين.
بيشڪ سنڌ زراعت ۾ پنجاب کان پوءِ ٻئي نمبر تي گهٽي اُپت ڏيندڙ صوبو
آهي، پر سنڌ تقريبن سيئي جنسون اپائيندڙ اهڙو صوبو آهي، جيڪو پنهنجي
آباديءَ جي پيٽ ۾ وڌيڪ زرعي اپت جو حصو مهيا ڪري ٿو. ساڳئي وقت
وفاقي ٽئڪسن ۽ محصولن ۾، سنڌ جنهن جي آبادي ملڪ جو 23 کان 24
سيڪڙو آهي، 70 سيڪڙو ادا ڪري ٿي، جيڪا ملڪي قومي آمدنيءَ جو 50
سيڪڙو ٿئي ٿي.

باوجود جو سنڌ ڏاڍي امير آهي ۽ سنڌ وٽ خدا جو ڏنل سڀ ڪجهه
آهي، پر اسان جي عام ماڻهن جي حالت ڏينهون ڏينهن خراب ٿي رهي آهي،
اسين "پدم پتي فقير" وانگر سڀ ڪجهه هوندي به مفلسي جي تصوير آهيون.
روزانو سنڌ ۾ درجن کن ماڻهو جن ۾ عورتون ۽ ٻار به شامل آهن، آپگهات
ڪن ٿا. هنن مان ڪجهه واقعا ته رپورٽ ٿين ٿا ته ڪجهه ٿين ئي ڪونه ٿا.
روزگار ختم ٿي ويا. نوڪريون بند آهن. ڪو به ڪم رشوت کان سواءِ ڪونه ٿو
ٿئي. مهانگائي ايتري وڌي وئي آهي، جو مرڻ تان ارواح ڪڇي ٿو وڃي، ۽
ڪفن دفن ڪرڻ جي به ماڻهن ۾ طاقت نه رهي آهي. بدامنيءَ جو دؤر آهي.
ڏاڍي جي لٺ کي ڀ مٿا آهن. سماجي برايون، نشو واپرائڻ، بداخلاقي، دلالي،
زنا، جوا، چوريون ۽ ڌاڙا هاڻ پيشي جو روپ اختيار ڪري ويا آهن. سنڌ جون
زمينون پڙيانگ ٿي ويون، صنعت تباهه ٿي وئي، اقتصاديات ختم ٿي وئي، هر
طرف بربادي ئي بربادي آهي! ان جي باوجود به ڪو هوش ڪونهي! هيڏا
عذاب ۽ ذلتون اسان کي با شعور ۽ منظم ڪري نه سگهيا آهن! خبر ناهي
ڪهڙي قيامت اچي اسان کي جنهنجهوڙي جاڳائيندي؟

- سنڌ سان ناٽي واري ناهه (اين ايف سي اوارڊ) ۾ به اڪيائي هجي يا
پاٽيءَ جي چوريءَ بلڪ سينه زوريءَ جي واردات هجي، اسين هر معاملي ۾ بي
يارو مددگار ۽ لاچار محسوس ڪيا وجون ٿا. اسين پنهنجا فيصلا پاڻ ڪرڻ ۽

پنهنجي مرضيءَ مطابق ان ڪري هلي نہ ٿا سگهون. جو اسين سياسي، اقتصادي، معاشي، سماجيءَ هر لحاظ کان قابو آهيون. اجان ڪهڙا جاڙ چئبا. جو گذريل پنجن ورهين کان سنڌ جا سمورا ترقياتي ڪم بند آهن! سنڌ جا وڏا پراجيڪٽ رد ڪيا ويا. ڪيٽي بندر جهڙو پراجيڪٽ ختم ڪيو ويو. ٿر مان لڌل ڪوئلي جي کوٽائيءَ وارو پراجيڪٽ اڌ ۾ رلي ويو. پيو تہ نهيو پر سنڌ مان حاصل ٿيندڙ گئس ۽ تيل جي سنڌ واسين کي رائلٽي جو حق حاصل ڪونهي. گئس ۽ تيل ڳوليندڙ ملڪي توڙي پرڏيهي ڪمپنين ۾ سنڌين لاءِ نوڪرين جا دروازا بند آهن. هڪ اندازي مطابق سنڌ جي 1/3 کان وڌيڪ آبادي غربت جي ليڪ (Poverty Line) کان هيٺ واري زندگي گذاري رهي آهي. 1977ع جي مارشل لا کانپوءِ سنڌ جي ترقيءَ جي رفتار کي نہ رڳو اسپيڊ بريڪر ڏئي گهٽايو ويو، پر ان کي روڪي بنهہ بيهاري ڇڏڻ جون ڪوششون بہ ڪيون ويون. خاص طور نواز شريف جو آخري حڪومتي دؤر سنڌ لاءِ انتهائي هاجيڪار ثابت ٿيو. سنڌ ۾ گذريل 20 ورهين کان زمين جي پيداوار گهٽجڻ سان زراعت هيٺ آيل زمين گهٽجي پئي. 1980ع کان پوءِ پنجاب ۾ زرعي (آبادي لائق) زمين ۾ 9.83% سيڪڙو واڌ آئي آهي. سرحد ۽ بلوچستان ۾ ترتيبوار 5.01% ۽ 7.56% سيڪڙو پوک لائق زمين ۾ واڌارو ٿيو آهي ۽ هيڏانهن سنڌ ۾ 20.31% سيڪڙو گهٽتائي آئي آهي! (عامر حبيب روزانہ پاڻ ڪراچي مارچ 1999ع)

ساڳيءَ ريت اسان ۽ توهان جي اکين اڳيان سنڌ جي صنعت جي تباهي ۽ پنجاب ۾ بي انتها ترقي ٿي آهي. نوري آباد جيڪو سنڌ جو صنعتي زون هو ۽ جتي 400 ڪارخانا هئا، هاڻ اتي 40 ڪارخانا بہ ڪونهن. تعليم جي تباهي بہ نظر اچي پئي، اسان جي تعليم کي هٿ وٺي ختم ڪيو پيو وڃي. ڪاپي ڪلچر کي ختم ڪرڻ جي ڊوڙ ۾ سنڌي شاگردن کي ورهين جا ورهيہ پوئتي رکڻ لاءِ هاڻي انٽر ميڊئيٽ جي امتحانن جو انجينئرڊ. هٿرادو آنڌل، رزلٽ جاري ڪيو ويو آهي. ادبي ادارن تي بحث ڪرڻ ئي اجايو آهي. سائنس جي فروغ ۽

سائنسي تعليم جي واڌاري لاءِ ڪي بہ ادارا ڪونهن. سماجي سائنس جي ادارن ۽ فئڪلٽين ۾ تحقيق جا دروازا بند آهن. سنڌ جو ترقياتي ڍانچو تمام گهٽي جد تائين برباد ٿي ويو آهي. هڪ اڌ سؤ ڪلو ميٽر ڇڏي، سنڌ جا سمورا هاءِ ويز، روڊ، لنڪ روڊ ۽ ننڍا رستا، پليون، بند، بچاءَ بند، عمارتون، سڀ جون سڀ زبون حاليءَ جو شڪار آهن. اسان جا ثقافتي ادارا ۽ آثار قديمہ انتهائي ابتر حالتن تي وڃي پهتا آهن. سرڪاري دفترن ۾ وڃجي ٿو تہ محسوس ٿئي ٿو تہ ڪنهن ويران مقبري ۾ پهچي ويا آهيون. ڪو نظم ۽ ضبط ڪونهي. شهرن جا شهر ۽ ڳوٺن جا ڳوٺ، هاڻي گندگيءَ جي ڍيرن ۾ تبديل ٿي ويا. هر طرف گٽر اڪليل آهن. سنڌ جو ڪو بہ اهڙو ڳوٺ، وستي، واهڻ يا شهر ڪونهي، جتي سمورو ڏينهن ڌوڙ وسندي نہ هجي. مٽي، ڪچرو ۽ گوڙ اسانجي زندگيءَ جو معمول بنجي ويو آهي. ائين لڳندو آهي تہ اسين بدبوءِ سان هري ويا آهيون، بيماريون ۽ جراثيم پنهنجي لاءِ ضروري سمجهڻ لڳا آهيون، ۽ انهن ڪانسواءِ اسان جو جيون ڇڻ اڌورو آهي! قدرتي آفتون ۽ تباهيون بہ اسان تي ائين ڪڙڪن ٿيون، جيئن ڏٻري ڍور تي مڇر مارو ڪندا آهن. غير سرڪاري تنظيمن /ادارن جي هڪ تہ ايڏي ڊگهي ڇمار ڪانهي، ۽ ٻيو تہ جنهن سماج مان اُهي ڦٽي نڪرن ٿا يا ائين چئجي تہ انهن ادارن /تنظيمن کي هلائڻ وارا جنهن سماج جي پيداوار آهن جنهن سماج لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو سماج ايترو بدعنوان آهي، جو اتي ايمانداريءَ جو تصور ان شخص سان ئي وابستہ ڪري سگهجي ٿو جنهن کي يا تہ طريقا نہ ٿا اچن يا وري ڪيس بدعنوانيءَ جا موقعا ئي ميسر ناهن. ان ڳالهہ ۾ ڪٿي وڌاءُ بہ هجي، بهرحال ان ۾ تہ ڪو شڪ ناهي تہ نيڪ نيتيءَ ۽ ايمانداريءَ سان اڪثر ماڻهو ڪم ڪونہ ٿا ڪن ۽ اهو سڀ ڪجهہ غير سرڪاري ادارن /تنظيمن ۾ بہ ٿئي ٿو. بيشڪ تمام ضروري آهي تہ ان شعبي تي بہ ڪڙي نظر، تنقيد ڪرڻ ۽ چڪاس رکڻ کپي.

پر وڏي ڳالهہ اها آهي تہ ان صورتحال ۾ ڪهڙا رستا اختيار ڪجن. اهي تمام ڳنڀير سوال آهن. هونئن تہ برابر اسان وٽ سياسي ۽ سماجي پليٽ فارمن ۽ بين مختلف فورمن تان تقريرون، ليڪچر ۽ ننڍا وڏا بيان جاري ٿيندا آهن. ڊگهيون ڳالهيون ۽ مناظرا ٿيندا آهن. ڇا ڇا نہ ٿيندو آهي پاڻيءَ ولوڙڻ واري انهيءَ ڪريا ڪرم (Ritual) ۾!؟ اسان جي بي عملي، ڪاهلي، سستي ۽ رڳو تقرير بازي ڪرڻ جي هن پختيءَ عادت جا ڪهڙا ڪارڻ آهن. ان تي الائي ڇو سوچڻ جي تڪليف ڪرڻ بہ گوارا نہ ٿي ڪئي وڃي!

آءٌ گذريل ڇئن ڏهاڪن کان سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تبديلين کي ڏسندو رهيو آهيان. پنهنجي محدود علم، عقل ۽ سمجهہ آهر مون معاملن کي غور سان ڏٺو آهي. منهنجي مشاهدي هيٺ ڪيترائي لاها چاڙها آيا آهن. منهنجو مختصر مطالعو چوي ٿو تہ تاريخ جي ڪنهن بہ دؤر ۾ اسين سنڌي ايترا خود غرض، موقع پرست ۽ ذهني غلاميءَ ۾ جڪڙيل نہ رهيا آهيون، جيترا 1977ع کان پوءِ ٿيا آهيون، ۽ پوءِ اهو سلسلو هلندو رهيو آهي. ”ڇري ڪيئن ؟ ڇي ويرئون وير وڏ!“ ۽ ان جو وڏو سبب آهي ”سنڌ جي سياست جو ايئن تبديل ٿيڻ“. سياست، جنهن جو مقصد ”سماج کي بهتريءَ ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ با اختيار ٿيڻ جي گڏيل جدوجهد“ هوندي آهي، ان کي فقط ”پاڻ کي با اختيار بڻائڻ“ سمجهيو وڃڻ لڳو. سياست اهڙو ڪيتر آهي، جيڪو سماج جي باقي سمورن ڪيترن تي پنهنجا اثر ڇڏيندو آهي. اسان جي بدقسمتي اها رهي، جو اسان جي مڪاني (قومپرست) توڙي ملڪي سياست ۾ عام ماڻهوءَ جي بہ شرڪت نہ رهي. ها، ايترو رڳو ٿيو، جو ذوالفقار علي ڀٽو دؤر ۾ سنڌي ماڻهن کي پهريون ڀيرو اهو ڏڍ مليو تہ اقتدار جي مسند تي ويٺل حاڪم سندن هم زبان آهي!

اسان وٽ هتي ڪيترن ئي ڏرين، قومپرست ڌڙن /گروپن جو اهو خيال رهيو آهي تہ اسان جي هر زوال جو سبب اسانجي جاگرافيائي آزادي نہ هجڻ آهي

۽ اسانجي سمورن مسئلن جو حل سنڌ جي مڪمل آزاديءَ ۾ آهي. ڪجهه سياسي گروپن جو خيال اهو به رهيو آهي ته اسين جيستائين طبقاتي اڻ برابري ختم نه ڪنداسين ته قومي آزاديءَ جو سوال به پري آهي. ۽ ڪجهه ڌرين جن ۾ وفاق پسند جماعتون هيون جن کي اقتدار ۾ به حصو پتي مليو، تن قومي ۽ طبقاتي ٻنهي جدوجهدن جي ڳالهه ڪئي. ڪي هن صوفين جي سرزمين ۾ ڪميونزم امپورٽ ڪرڻ جون ڳالهيون ڪندا رهيا. ڪن کي اقتدار جي ايوانن ۾ وڃڻ ۽ پارلياماني سياست ڪرڻ ۾ ئي سنڌ جو ڇوٽڪارو نظر آيو. ڪجهه ماڻهو اهڙا به سامائيا، جن کي هر ڳالهه ۾ ڪفر ۽ الحاد ڏسڻ ۾ آيو ٿي. انهن ماڻهن کي سنڌ جي روڊ رستن جي نالن کان وٺي شهرن ۽ ويندي طوائف جي ڪوٺن کي مذهب جي رنگ ۾ رنگڻ جو جنون هو.

اهي سڀ ڌريون، فرد، گروهه ۽ ڌڙا هتي نعري بازي ڪرائڻ،چاڪنگ ڪرڻ، جلوس جلسا ڪڍڻ، تقريرن جهاڙڻ کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڪري سگهيا آهن. سنڌ جي سياسي پارٽين مان اڄ به انهن جي لاٽرين ۽ نعري باز نوجوانن تي مشتمل اسٽوڊنٽس ونگ کي ڪڍي ڇڏجي ته عملن اهي پارٽيون اسڪرين تان ئي آئوٽ ٿي وينديون.

هن سڄيءَ ڳالهه جي تفصيلي طرح ذڪر ڪرڻ جو مقصد اهو آهي:

(1) اسانکي پنهنجي محرومين لاءِ ڪنهن هڪ ڌر تي الزام هڻي، پنهنجي پاڻ کي هر ڏوهه کان آجو رکڻ يا ڪرڻ نه گهرجي.

(2) سياست جي نانءَ تي ٿيل ظرافت يا ڪيڏ بازيءَ جا پيدا ڪيل خراب اثر ختم ڪرڻ لاءِ صحيح سياست متعارف ڪرائجي.

(3) صاف سٿري ۽ ماڻهن مان پيدا ٿيل سياست ۽ سماجي ترقيءَ واري ڪيتر ۾ هڪ مختصر فرق کانسواءِ باقي سڀ ڪجهه ضم (Merge) هجي، همصورت هجي، جو سنڌ جي هر سياسي پارٽي يا ڌر پنهنجي جوهر ۾ سياسي واڌو سماجي (Socio-Political) ٿي وڃي.

اهو ان ڪري بہ اشد ضروري آهي، جو سنڌ جي سمورن سورن ۽ عذابن جو مکيہ سبب اهو آهي تہ سنڌ جا سياسي معاملا اسان لاءِ مسئلا (Issues) بڻجي نہ سگهيا ۽ جيڪي مسئلا ئي نہ (Non-Issues) هئا. اهي سنڌ کي وڏن مسئلن جي صورت ۾ پوڳڻا ۽ برداشت ڪرڻا پيا ۽ پوندا رهن ٿا.

ڪڏهن بہ ڪنهن سوچڻ جي زحمت نہ ڪئي تہ سنڌ جي ڪنهن علائقي جي ڊرينيج ۽ واٽر سپلاءِ جو مسئلو ايترو ئي سياسي آهي، جيترو ڪنهن اداري مان سنڌي ملازمن جي برطرفي يا ڇانٽيءِ وارو معاملو. پر هتي واقفيت (Orientation) نہ هجڻ ڪري معاملا/مسئلا ڌيان ۾ اچي يا رکجي (Address) ئي نہ سگهيا آهن. صحت صفائيءِ جا ۽ ٻيا ترقياتي ڪم، تعليم جي بهتري، نشي جي ڪاروبار بند ڪرائڻ، برائيءَ کي ٻنجو ڏيڻ، وغيره ڪنهن نہ ڪنهن "اين جي او" جا ڪم سمجهيا ويندا آهن، جڏهن تہ ووٽر لسٽن جو سنڌيءَ ۾ ڇپجڻ وري سياسي ماڻهن جي مٿي ۾ سور قرار ڏنو ويندو آهي. ٺيڪ تہ ايئن ڪيپي تہ جيڪي سياسي ادارا آهن، اهي پنهنجي سياسي عمل کي ماڻهن جي عام ۽ ننڍن ننڍن مسئلن ۽ معاملن کان ڌار نہ رکن ۽ ساڳئي وقت سماجي خدمتون سرانجام ڏيندڙ فرد توڙي تنظيمون پڻ اهو ضرور سوچين تہ سماج جي هر اڻ برابري، اڻ هوند ۽ اٿاٿ پٺيان سياسي ڪارڻ موجود هوندا آهن. سياست جي پسماندگي ئي سماج جي پسماندگي آهي. اهو ئي سبب آهي جو سموريءَ دنيا ۾ اڄڪلهہ غربت جي خاتمي (Poverty Eradication) يا غربت جي گهٽتائي (Poverty Alleviation) لاءِ جيڪي بہ وڏا وڏا پروگرام جڙي رهيا آهن، انهن جي پورائيءَ يا تڪميل (Implementation)کان اڳ ۾ فيزيبلٽي رپورٽ يا عملي طور امڪان ۾ آڻڻ جي رٿا لاءِ "بهترحڪمرانيءَ جي موجودگيءَ" کي اهم جز (Factor) تصور ڪيو ويندو آهي.

جبڪہ ڳالهہ کي اڃا بہ مختصر ۽ سادو ڪجي تہ نہ رڳو سنڌ ۾ پر عالمي سطح تي بہ ساڳي ويڌن اهي تہ سماج وادي (سوشلسٽ) ڌر هجي يا

سرمائيدار (ڪئپيٽلسٽ) ذر هجي، پنهنجن پنهنجن نعرن ۽ اصطلاحن ۾ دنيا جي امن ۽ ترقيءَ جي ڳالهہ ڪن ٿيون، ٻنهي ذرين وٽ عام ماڻهن جي ڀلائي، جي دعويٰ ۽ نظريو برابر موجود آهي، پر عملن "شرڪت" ڪانهي. حن اشراڪ حي ڳالهہ ٿي ڪئي، انهن وٽ اشتراڪ نہ هو، ۽ جن اشتراڪ جي مخالفت ٿي ڪئي، ۽ جمهوريت تي زور ڏنو ٿي ۽ "عوام" کي شريڪ ڪرڻ جا اعلان ڪيا ٿي پر عوام اتي بہ مداريءَ جو "پٽ جمهورو" ٻڻيل هو. جيئن مداري چاهيندو هو، تيئن "پٽ جمهورو" ڪندو هو. اها عوام جي قسمت رهي آهي تہ ان کي ان راند ۾ ٻارهون رانديگر (Twelfth man) رهڻو پيو آهي.

دنيا جهان جي ترقي ۽ ترقيءَ ڏانهن تيزيءَ سان ڪچندڙ وکون بس هڪڙو ئي سبق ڏين ٿيون تہ زندگيءَ جو ڪهڙو بہ شعبو هجي، جيڪڏهن سماج کي ان ۾ ڪو ڪمال بخشڻو آهي، ڪو اوج ۽ عروج ڏيڻو آهي، ڪا تابندگي، پائداري ۽ ڪو دوام عطا ڪرڻو آهي، تہ ان ۾ ماڻهن جي شرڪت ضروري آهي. هيءَ وقت اهي، جڏهن "شرڪت" اسان جو نصب العين ٻڻجڻ گهرجي. هن وقت ڪان پوءِ بہ جيڪڏهن اسين "شرڪت" کي پنهنجي منشور طور نہ ٿا عمل هيٺ اٽيون تہ پوءِ ترقي تہ نهيو، پر اسين پنهنجا نقصان بہ گهٽائي نہ ٿا سگهون. اسين ڊاڪٽر اهيون يا ماستر، اسين وڪيل آهيون يا سماجي ڪارڪن، اسين جيڪي ڪجهہ اهيون، آخر ڪنهن لاءِ آهيون؟ حيرت اها آهي تہ هتي هر ماڻهو خدمت جي دعويٰ ڪري ٿو، پاڻ کي مفيد ۽ ڪارائتو بيان ڪري ٿو، پر صورتحال اها آهي تہ فائدي جا گهرجائو يا وسدڙ (Beneficiaries) اُن کي سڃاڻن ڪو نہ ٿا، سڃاڻن ٿا تہ ويجهو ڪو نہ ٿا اچن ۽ جيڪڏهن اُن جي ويجهو اچن ٿا تہ مٿس اعتبار ۽ اعتماد ڪو نہ ٿا ڪن. غريب ماڻهو بکيا ۽ ڏکيا ضرور اهن پر بيوقوف ناهن، اهي جيڪڏهن هر جلسي ۽ جلوس ۾ تاڙيون وڄائي، نعرا هڻي ۽ جهمريون پائي موني ٿا اچن تہ ان جو سبب اهو ناهي تہ هو

طلسمي تقريرون ۽ هوشربا اداڪاريءَ ۾ وڪوڙجي سحر زده ٿي ويا آهن ۽ هاڻي اهي هر "تام ڏڪ ۽ هٺري" جي شان ۾ قصيدا ۽ مدحون پيا ڳائيندا.

منهنجو ايمان آهي تہ سنڌي ماڻهو نسل در نسل زندگيءَ جي ذلالتن سهڻ کان پوءِ بہ هوش ۽ حواس ۾ آهي. هن جي مت ڪم ڪري ٿي. هو نہ ٽڪو آهي، نہ ڏنو آهي، نہ ڪريو آهي.مطلب تہ هن آڻ ڪانہ مڃي آهي. اڄ بہ هن کي رڳو همت ڏيارڻي آهي، اتڻ جو ساٿ ڏيڻو آهي، هن جي همت وڌائڻ لاءِ هن کي آڌت ڏيڻو آهي. ۽ پوءِ جڏهن هو اٿي کڙو ٿئي تہ کيس سماجي رهنمائي مهيا ڪري هڪ برجستو، منظم، قابل ۽ ڏاهو انسان بڻائڻو آهي.

ايئن بہ سدائين نہ ٿيندو آهي تہ هارايل آڻ بہ مڃيندو آهي. ويٽنام جي آبادي لکن ۾ مس هئي ۽ انهن ۾ وڙهڻ وارا تمام ٿورڙا هئا پر پوءِ بہ ڪروڙن جي آباديءَ واري سپر پاور کي شڪست ڏئي ثابت ڪيائون تہ سوپ، هٿيارن ۽ لشڪر جي بنياد تي نہ پر سرفروشيءَ ۽ وطن پرستيءَ جي جذبن سان، حاصل ڪبي آهي. مايوس ٿيڻ جي ضرورت ڪانهي. ساڍا ٽي ڪروڙ سنڌي ماڻهن کي ، جن جي تاريخ مان ثابت آهي تہ سنڌن بقا جي جبلت (Instinct of Survival) دنيا جي ٻين قومن کان وڌيڪ طاقتور نہ تہ بہ انهن جيتري ضرور آهي. ڪير بہ هن ڌرتيءَ تان انهن کي مٽائي نہ ٿو سگهي.

رهيو سوال ترقيءَ جو تہ جيڪڏهن هيڏي وڏي قوم رڳو پنهنجي بنگالي ڀائرن کي هڪ مثال طور اڳيان رکي تہ بہ ڪافي آهي. اڄ بنگلاديش جو ٽڪو پاڪستاني روپئي کان وڌيڪ قيمت رکي ٿو ۽ ان ملڪ جنهن 1971ع ۾ پاڪستان کان علحدگي حاصل ڪئي، 30 ورهين جي مختصر عرصي ۾ نہ رڳو پنهنجي آباديءَ تي ضابطو ڪيو آهي، پر هن ملڪ پنهنجي غربت کي بہ ڪنٽرول ۾ آندو آهي. هر سال ساموندي طوفان، سيلاب ۽ ٻين قدرتي آفتن کان علاوه سياسي ۽ سماجي طوفانن کي منهن ڏيندي، بنگلاديش هاڻي بهتر

حڪمراني ۾ غربت گهٽائڻ جهڙي حدف کي ان حد تائين حاصل ڪيو آهي، جو ڏکڻ ايشيا ۾ هڪ مثالي ملڪ طور سڃاتو وڃي ٿو. ان ڪري ان وڏيڪ خطي ۾ بنگلاديش جي اهميت ڀي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي، جو آمريڪا جو اڳوڻو صدر بل ڪلنٽن جڏهن ننڍي کنڊ جي دوري تي اچي ٿو ته پاڪستان کان پهرين بنگلاديش جو دورو ڪري ٿو.

مطلب ته جيڪڏهن ڏسجي ته اسان جا ماڻهو ڪنهن به حوالي سان بنگالي يا ويٽنامي ماڻهن کان گهٽ نه آهن. هو سخت جان هجڻ ۽ اورچائيءَ، بهادريءَ ۽ همت ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهن، پر ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته انهن کي پاڻ سان شريڪ ڪجي.

هن وقت اسان سڀني جي گڏيل ڪوشش اها هجڻ گهرجي ته سڀ کان پهرين اهو سوال چڪاس هيٺ آڻيون ته سنڌ سان درپيش مسئلا ڪيترا حساس ٿي چڪا آهن ۽ اهي ڪهڙن ڪهڙن ڪيترن ۾ ڪهڙا ڪهڙا مسئلا آهن، جيڪي فوري حل جا گهرجائو آهن ۽ انهن جو حل ڪهڙو هئڻ گهرجي؟

ان لاءِ اچو ته ڪجهه جائزو وٺون. هن "ڪتاب" ۾ سنڌ جي سياسي، سماجي، اقتصادي، زرعي، آبپاشي، گندي پاڻيءَ جي نيڪال، تعليم ۽ ٻين شعبن جي موجوده صورتحال جو مختصر مگر جامع جائزو ورتو ويو آهي. ان جائزي وٺڻ کانپوءِ، آخر ۾ آئون پنهنجي طرفان سفارشون، ڪي گذارشون، پيش ڪندس، جيڪي هر نئين حڪومت لاءِ ۽ سڄاڻ ذرين ۽ عام ماڻهن لاءِ آهن. پر جيئن ته حڪومت ڪڏهن به پنهنجن "ڪنن جي صفائي" نه ڪرائيندي آهي ۽ حڪومت جو "حڪومت" ٿيڻ لاءِ اولين صفت به اها ئي خاصيت / عادت هوندي آهي، تنهنڪري اها توقع ئي نه ٿي ڪري سگهجي ته انهن سفارشن / تجويزن تي ڪو ڪن ڌريو ويندو! ان تي ڪو عملدرآمد به ٿيندو. باقي انفرادي

اچو ته "نئين سنڌ" جي تعمير ڪريون

طرح ڪي هڏ ڏوڪي ڪامورا. ڪنهن حد تائين سهڪاري ٿي سگهن ٿا. اصل ڪم وري بہ سچاڻ ڏرين جو آهي. جيڪي ڪنهن بہ بهتريءَ لاءِ جيڪڏهن عام ماڻهن جي منشا کي آڏو رکندا تہ لازمي صورت ۾ ڪن بهتر نتيجن نڪرڻ جو امڪان آهي. نہ تہ "ڪودو تہ اڳئي ڪوهہ ۾ آهي".

هي ڪتاب ڪو آخري حرف ڪونهي ۽ نہ ئي ڪو فرد واحد عقل ڪل آهي. تنهنڪري جيڪڏهن ڪنهن بہ پڙهندڙ يا لکندڙ جي ذهن ۾ ڪي بيون بهتر تجويزون ۽ ڳالهيون هجن تہ اڳتي هلي هن دستاويز ۾ شامل ڪري سگهجن ٿيون ۽ شراڪت سان هيءَ ڪتاب سنڌ جي خوشحاليءَ ۽ بهتر مستقبل جو ڪو "ويد" نہ تہ بہ ڪو "ويچ" ضرور ٿي سگهي ٿو. ۽ سنڌ جي خدمت جو ڪجهہ حق ادا ٿي ويندو

هاڻ ترتيبوار جن ڪيترن جي صورتحال جو جائزو وٺون ٿا. اهي هن ريت آهن:

(1) سنڌ جي سياسي صورتحال جو جائزو.

(2) سنڌ جي سماجي صورتحال جو جائزو.

(3) سنڌ جي اقتصادي صورتحال جو جائزو.

(4) سنڌ جي تعليمي صورتحال جو جائزو.

(5) سنڌ جي زرعي صورتحال جو جائزو.

(6) سنڌ جي زرعي پاڻيءَ جي صورتحال جو جائزو.

(7) سنڌ جي نيڪال واري پاڻيءَ جي صورتحال جو جائزو.

(8) سنڌ ۾ بي روزگاريءَ جي صورتحال جو جائزو.

(9) سنڌ جي عورت: هڪ جائزو.

---

جو تہ "نئين سنڌ" جي تعمير ڪريون.

# سنڌ جي سياسي صورتحال جو جائزو:

هوٽلن ۽ عام تفريح جي هنڌن تي لکيل هڪ عام جملو اسين ٿـن پيڙهين کان پڙهندا پيا اچون تـہ "سياسي گفتگو ڪرڻ منع آهي." اهو جملو اسان لاءِ واقعي "نوشتہ ديوار" آهي. هن ملڪ جي سموري سياسي سفر جي مختصر طور هڪ ڪٿا آهي، هڪ اظهار آهي، تـہ هن ملڪ ۾ سياست عام ۽ عوام لاءِ "شجر ممنوعہ" آهي. سياست تـہ فقط ڊرائنگ رومن ۾ ٿيندي آهي ۽ ڊرائنگ رومن ۾ ٿيڻ گهرجي. اها هن ملڪ جي روايت رهي آهي، پر سنڌ پاڪستان ۾ اهڙو باغي پرڳڻو هو، جنهن ڪي ڪڏهن بـہ اهو دستور ڪونـہ وڻيو. سنڌ، جنهن پاڪستان کي جنم ڏنو، ان جو هڏ ڪرڪندو هو، ڪرڪي رهيو آهي، ڇو تـہ تخليقڪار کي پنهنجي تخليق جي بگڙڻ، خراب ٿيڻ ۽ تباهہ ٿيڻ تي تڪليف ٿيندي آهي.

سنڌين پنهنجي شعور ۽ آگهيءَ کي ڪڏهن جهڪو ٿيڻ ڏنو ئي ڪونـہ. جڏهن بـہ ملڪ غلط رستي تي هليو، تڏهن اهي سراپا احتجاج بڻجي پيا. هن ملڪ ۾ جيترو انهن جـو وس ۽ اختيـار هلندو هـو، ان کي هـو، ملڪ جي بهتر حڪمرانيءَ، جمهوريت ۽ ملڪ جـي وحدت سـان شـامل ٻيـن رياستن جي فـلاح، بهتريءَ ۽ ملڪ ۾ برابر حيثيت لاءِ استعمال ڪندا هئا. ۽ نتيجي ۾ هن ملڪ جي طـاقتور ڌريـن، سـنڌي مـاڻهن کـي مڪمـل طـور بيـوس ۽ بـي اختيـار ڪرڻ شروع ڪيو. سنڌ کي هر فيصلي کان محروم رکڻ جي انهيءَ سازش ۾ ون يونٽ کان وني، سنڌ ۾ ڄام صادق جي نگران حڪومت جي قيـام تـائين، هـر سياسي ۽ غير سياسي حربو استعمال ڪيو ويو.

سنڌ کي درجي بدرجي، ڏاڪي بڏاڪي، ايترو تـہ بي اختيار ۽ بي وس (Power less) ڪيو ويو. جو سنڌ جو وزيراعليٰ پڻ اسلام آباد مـان مقرر ٿـي

اچڻ لڳو. مارشل لا جي حڪومتن جو ذڪر ڪهڙو ڪجي! هن ملڪ ۾ جمهوريت جي چئمپين پارٽي، پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ اهو نظر ايندو هو تہ سنڌ جو وزيراعليٰ سواءِ ڊڪٽيشن وٺڻ جي ٻيو ڪو بہ اختيار نہ ٿو رکي. ان ڪان وڌيڪ ڪهڙو مثال ڏجي تہ سنڌ ڪابينا جي صدارت ملڪ جي وزيراعظم صاحب ڪندي هئي. جڏهن تہ هن ملڪ ۾ بهتر حڪمرانيءَ جي هميشہ ڪان اها تقاضا هئي تہ اختيارن جي عدم مرڪزيت (Decentralization) ڪجي. پر افسوس تہ اهو جمهوري حڪومتن ۾ نہ ٿي سگهيو. ان جو وڏي ۾ وڏو سبب اهو آهي تہ هن ملڪ ۾ سياست جي نالي تي ظرافت، حرفت بازي ۽ چرب زباني ٿيندي رهي آهي ۽ سنڌ کي چڻ تہ پاڪستان جي ڪا ٻهاڄ سمجهيو ويو، جنهن پاڪستان کي جنم ڏيڻ جي ڏوهہ سبب، نندي ڪنڌ جي سڀني عذابن کي چڻ پاڻ ڏانهن اچڻ جي دعوت ڏني هئي.

بدقسمتيءَ سان اسان وٽ سياست جي معنيٰ ئي نہ سمجهي وئي. سياست جا معيار ۽ سياست ڪرڻ جا طريقيڪار بہ اهڙا اختيار ڪيا ويا آهن، جو عام ماڻهو تہ اليڪشن ڪنڻ پري جي ڳالهہ، پر اليڪشن ۾ بيهڻ جو بہ سوچي نہ ٿو سگهي. سياست جي معنيٰ ۽ مفهوم تہ پوري ملڪ ۾ هڪڙو ئي آهي پر سنڌ جي سياست ٻين صوبن ڪان الڳ ۽ مختلف ان ڪري بہ آهي جو هتي هڪ تہ ملڪ جي سڀن ڪان وڏي وفاقي پارٽي پيپلز پارٽيءَ جون پاڙون پختيون آهن تہ ٻئي طرف سنڌ ۾ قومپرست سياست بہ گذريل ڪيترن سالن ڪان عوامي سطح تي مختصر طور تي ئي اثر انداز رهي سگهي آهي.

هوندئن تہ پاڪستان نهڻ ڪان وٺي هن وقت تائين ملڪي سياست ڪڏهن بہ صوبن جي حقن ۾ نہ رهي آهي، پر گذريل ڏهاڪي جي ئي جائزي وٺڻ بعد معلوم ٿيندو تہ ڪيئن نہ سياست خاص طور تي سنڌ صوبي لاءِ هاجيڪار نتيجا ڏنا آهن. 90ع واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ جڏهن ڄام صادق عليءَ کي سنڌ جو چيف منسٽر بڻايو ويو تڏهن ڪان سنڌ ٻين سڀني معاملن سان گڏ

معاشي طور وڏيڪ ڪمزور ٿي آهي. انهيءَ وقت ۾ ٿي پاڻيءَ جي ورڇ جو 1991ع وارو ناهه عمل ۾ آيو جنهن ۾ سنڌ کي 1945ع واري پاڻيءَ جي ناهه جي پيٽ ۾ گهٽ پاڻي ڏنو ويو ۽ پنجاب صوبي کي ٻه ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڌيڪ مليو. اهڙيءَ ريت ڄام صادق جي زماني ۾ سنڌ جي مڙني ادارن جي ڪارڪردگي بهتريءَ بجاءِ خرابيءَ ڏانهن وڌي، جڏهن ته هر اينڊڙ حڪومت به سنڌ سان ٻه اکيائيءَ واري صورتحال رکي ۽ ايئن انهن ۾ پ پ ۽ مسلم ليگ جي حڪومتن ته رهي سهي ڪسر به ڪڍي ڇڏي ۽ معاشي طور تي صوبي کي تباهيءَ جي ڪناري آڻي بيهاريو آهي.

هونئن ته سنڌ پاڪستان ٺهڻ کان وٺي هن وقت تائين ڪڏهن به سک ناهي سنڀري، پر نواز شريف جي گڏريل دؤر حڪومت ۾ سنڌ سان نئين طريقي ڪليل نموني ويساهه گهاتين جو سلسلو شروع ٿيو. لياقت جتوئيءَ جي حڪومت کان پوءِ سنڌ ۾ ناهيل صلاحڪاري ڪائونسل ۽ پوءِ گورنر راڄ دوران سنڌ بيوس ۽ نڌڻڪي نظر آئي. هي اهو ئي دؤر هو، جو سنڌ جي نه رڳو چونڊيل عوامي نمائنده (صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرن) کي هڪ آرڊيننس ذريعي بي اختيار ڪيو ويو، پر صوبي جي سڀ کان طاقتور پليٽ فارم صوبائي اسيمبليءَ کي تالو هڻي بند ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت سنڌ جي ماڻهن کان سنڌ سگهارو ۽ قانوني پليٽفارم کسيو ويو. رڳو ايترو ٻه نه پر سنڌ ۾ ان دؤر کان وٺي هن وقت تائين ترقيءَ واري عمل کي اسپيڊ بريڪر ڏئي روڪيو ويو آهي. اڄ پوريءَ سنڌ ۾ ڪو به ڊويلپمينٽ پراجيڪٽ نه ٿو هلي، سنڌ جا مين روڊن کان وٺي لنڪ روڊ سڀ تباهه ۽ برباد ٿي ويا آهن. نئشنل هاءِ وي جهڙن روڊن جي انڪم وفاق حوالي ڪئي وئي آهي. سنڌ جا مڙئي ادارا تباهيءَ جي ڪناري پهچي چڪا آهن. وفاقي کاتا پنهنجي ڏاڍ مڙسي ڏيکاري، سنڌ صوبي کي نظر انداز ڪري رهيا آهن. تازو واپڊا پاران ڪوڙا بل ڏيکاري سدا وفاق کان ئي سنڌ جي حصي جي رقم مان پئسا ڪٽرائي ڇڏڻ کان وڌيڪ ڏاڍائي ڪهڙي ڇٽبي! روز روز

ڪالاباغ ڊئم جو اشو اٿاري سنڌ جي ماڻهن کي ڊيڄاريو ۽ هيسايو پيو وڃي. سنڌ کي پنهنجي، حصي جو پاڻي به نه ٿو ملي. وفاق زبردستيءَ پنجاب جي گهڻ ڪوالٽي واري ڪڻڪ سنڌ کي خريد ڪرڻ تي مجبور ڪري رهيو آهي. فصلن جا اگهه پنجاب جي پيداوار اڇڻ کان پهريان مقرر نه ٿا ڪيا وڃن. سنڌ اندر ملندڙ ڪوئلي، جپسم ۽ ڊائنا مائيٽ جهڙين معدنيات جو استعمال نه ٿو ڪيو وڃي. سنڌ مان ملندڙ تيل ۽ گئس جي صوبي کي رائلٽي ته پري جي ڳالهه پر انهن لاءِ کوٽائيءَ کان وٺندي صفائيءَ (Purification) لاءِ هلندڙ ڪارخانن ۾ به مقامي ماڻهن کي روزگار نه ٿو فراهم ڪيو وڃي. لاکڙا پاور هائوس سميت سنڌ جا ڪيترائي ادارا بند ڪرڻ جون ڌمڪيون ملي رهيون آهن. سنڌ جي ماڻهن کي هڪ سوچيل سمجهيل سازش تحت نوڪرين مان نيڪالي ڏني پئي وڃي. سنڌ جي ملازمن کي پنجاب جي پيٽ ۾ 30 سيڪڙو اجورو گهٽ ملي رهيو آهي. ايترين تمام تر ڏاڍاين يا ٻٽين پاليسين باوجود ڪير آهي، جو سنڌ جي نمائندگي ڪندي انصاف جو آواز بلند ڪري. سڀ خاموش آهن. عام ماڻهوءَ کان وٺندي سياسي پارٽين تائين !!

هونئن ته پوري ملڪ اندر سياسي خال پيدا ٿي چڪو آهي، جو سياسي پارٽيون ماڻهن جا مسئلا حل ڪرڻ ۾ ناڪام ويون آهن. پر سنڌ ۾ ان لحاظ کان صورتحال وڌيڪ خراب ۽ ڳنڀير ان ڪري آهي، جو سنڌ کي ٻين صوبن جي پيٽ ۾ وڌيڪ مسئلا درپيش آهن- اهڙا مسئلا جيڪي عوام لاءِ زندگيءَ ۽ موت جي حيثيت رکن ٿا. ۽ سنڌ جي سياسي پارٽين جي غلط منصوبا بندي، پنهنجي مفادن وٽان سياست ڪرڻ ۽ سنڌن عام ماڻهوءَ تائين رسائي /پهچ نه هجڻ سبب، سنڌ صوبي کي انتهائي نقصان رسيو آهي. گذريل چند سالن اندر سنڌ جون سياسي /قومپرست پارٽيون عوام ۾ ساک وڃائي چڪيون آهن. سياسي توڙي قومپرست پارٽيون صوبي اندر عملي طور ڪجهه به ڪرڻ ۾ ناڪام ويون آهن. جنهن سبب اهڙين پارٽين جا اڳواڻ رڳو اخباري

بيانن تي انحصار ڪن ٿا. سچ پچ ايئن لڳندو آهي تہ جيڪڏهن اخبارون سياسي ليڊرن جي پريس رليزن کي نہ ڇپين تہ هوند ليڊر بڙيءَ تي اچي ٻيهن. سنڌ ۾ تہ اهڙي صورتحال آهي، جو اخبارون پارٽين ۽ ليڊرن لاءِ ڇڻ آڪسيجن ٿي آهن. باقي عملي ڪم ڪو بہ ڪونهي. سنڌ ۾ سياسي پارٽيون حقيقي معنيٰ ۾ ان ڪري بہ ناڪام ويون آهن جو اهڙين پارٽين وٽ نيٽ ورڪ بہ ڪونهي. عام ماڻهوءَ تائين سندن رسائي بہ ان ڪري ٿي ڪانہ ٿي سگهي آهي، جو ضلعن کان هيٺ پارٽين جا يا تہ يونٽ ۽ باڊيون ڪونهن يا غير سرگرم ٻٽيل آهن. جڏهن ڪا پارٽي اقتدار يا اليڪشن جي ويجهو اچي ٿي تہ پوءِ صوبي ۾ سياسي سرگرميون تين ٿيون. باڊيون بہ نهن ٿيون ۽ ليڊر عام ماڻهن وٽ وڃڻ بہ شروع ڪن ٿا.

سنڌ ۾ پارٽين جي ناڪاميءَ جو سڀ کان وڏيڪ خراب اثر اهو پيو آهي، جو ماڻهو نہ رڳو سياسي پارٽين کان هٽندا پيا وڃن پر انهن سياست کان ئي ڪنارا ڪشي اختيار ڪرڻ شروع ڪئي آهي ۽ نتيجي ۾ سنڌ مان بهتر قيادت ڪانہ پئي اچي. جڏهن لکيل پڙهيل ۽ شعور رکندڙ ماڻهو سياست کي بڪواس سمجهندي، ٿيندڙ چونڊن ۾ حصو نہ وٺي. تہ يقينن سني ساک رکندڙ اميدوار لاءِ مشڪلات پيدا ٿي ٿي پئي. سنڌ ۾ اهڙيءَ صورتحال جي ڪري ماڻهن ۾ سخت مايوسي ۽ نا اميديءَ واري صورتحال آهي. سياسي پارٽين جي ناڪاميءَ سبب سنڌ جي مفادن جو صحيح معنيٰ ۾ تحفظ نہ پيو ٿئي.

سنڌ جي سياست کي تيستائين بهتر نہ ٿو بنائي سگهجي، يا سنڌ مان بهتر قيادت تڏهن ئي ايندي، جڏهن لکيل پڙهيل ۽ شعور رکندڙ ماڻهو سياست ۾ دلچسپي وٺن. اهڙا ماڻهو نہ رڳو سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺن پر بهتر قيادت آڻڻ لاءِ سنڌ مان جاگيردارن ۽ سردارن کي سياست مان نيڪالي ڏيارين ۽ ان جي جاءِ تي مڊل ۽ لوئر ڪلاس مان قيادت اڳيان آڻين، جيڪي عام ماڻهوءَ جي مسئلن کان آگاهہ بہ آهن ۽ انهن کي حل ڪرڻ ۾ بہ دلچسپي وٺندا.

اها حقيقت آهي تہ سنڌ سميت پوري ملڪ مان 80 سيڪڙو نمائندا مٿئين طبقي (Upper Class) مان چونڊجي اچن ٿا. جيڪي عام ماڻهوءَ جي مسئلن جي حل ۾ دلچسپي نہ ٿا وٺن. ان ڪري سياست ۾ بهتري، تيستين نہ ايندي جيستين چونڊن ۾ عام ۽ مڊل ڪلاس جا نمائندا نہ چونڊبا.

سنڌ جي ترّقي نہ ٿيڻ، ادارن جي بربادي ۽ زميني توڙي آسماني آفتن جو سنڌ ڏانهن، بناروڪ پنڌ پوڻ ۾ رڳو صوبائي حڪومتون يا هتان جا مقامي ماڻهو (جن وٽ بظاهر ڪي اختيار هئا) جوابدارانہ آهن. سنڌ کي مختلف وقتن تي ايندڙ مختلف وفاقي حڪومتن پڻ هٿ وٺي نهوڙيو. اهو سلسلو اڃان بند نہ ٿيو آهي. 1947ع کان 1955ع تائين 8 ورهين ۾ سنڌ ۾ ست صوبائي حڪومتون آيون ۽ ويون. ان دؤران گورنر راڄ پڻ لاڳو ڪيو ويو هو. انهيءَ سموري عرصي دوران سنڌ تي فقط هڪ پيرو سنڌي گورنر مقرر ڪيو ويو. نہ تہ انهيءَ سموري عرصي دوران سنڌ تي غير سنڌي ماڻهن حڪمراني ڪئي. پاڪستان ٺهڻ (۽ ان لاءِ جدوجهد) جو مقصد، هن خطي جي پوئتي پيل پرڳڻن کي ترقي ڏيارڻ هئي ۽ ٿيڻ بہ ائين کپندو هو تہ انهيءَ دؤر ۾ سنڌ کي ويهين صديءَ جي سمورين سائنسي ترقين ۽ تبديلين جا ثمر حاصل ڪرڻا هئا ۽ دنيا جهان جي بين ترقي پذير قومن سان ڪلهو ملائڻو هو ۽ اڳتي وڌڻو هو. پر ٿيو ائين تہ هندستان مان ٿيندڙ هجرت جو سمورو رخ، سنڌ ڏانهن ٿي ويو. پنجن رياستن تي مشتمل نئين جڙيل مملڪت ۾ شامل ٻين چئني پرڳڻن کان وڌيڪ سنڌ تي اهو بوجهہ پيو. لکن جي تعداد ۾ لڏي ايندڙ، سنڌ جي شهرن ۽ وڏن ڳوٺن ۾ آباد ڪرايا ويا. انگريزن کان ورثي ۾ مليل ڪامورا شاهيءَ ۾ انهن جا هم سخن ۽ هم زبان اڳ ۾ ئي موجود هئا. مٿان وري پاڪستان تي نافذ ٿيل وزير اعظم، لياقت علي خان، کي بہ پنهنجي لڏي جي ماڻهن جو وڏو درد هو. ان بہ کين وسايو ۽ ورسايو. وڏي پيماني تي ٻاهران لڏي ايندڙن جي

سرڪاري سطح تي سرپرستي ٿيندي رهي. ڪين ڪليمن ۾ زمينون ۽ بيون ڇڏيل ملڪيتون ( Evacuee Property) الاٽ ڪيون ويون.

سنڌي هندو جيڪو ڪجهہ ڇڏي ويا. اهو تمام ٿوري مقدار ۾ تعداد ۾ هتان جي اصل باشندن کي مليو. جڏهن تہ لڳ ڀڳ هر شيءِ باهران ايندڙ ماڻهن جي والار هيٺ آئي. هي، اهو ئي دؤر هو جو سنڌ جي گاديءَ جي شهر ڪراچيءَ کي مرڪز جي گاديءَ جو هنڌ بڻايو ويو ۽ ان کي سنڌ کان ڌار ڪيو ويو. ان زماني ۾ سنڌ ۾ جيترا بہ سياستدان هئا. انهن مان ڪي بہ چار ماڻهو ئي هئا. جيڪي سنڌ جي مسئلن ۽ معاملن تي پنهنجي وت ۽ وس آهر آواز اٿاريندا هئا. پر اڪثريت جاگيردارن، وڏيرن ۽ موقع پرست ماڻهن جي هئي، جن کي سنڌن هاضمي کان وڌيڪ خوراڪ ملڻ لڳي تہ انهن کي چوڌاري ساوڪ ئي ساوڪ ۽ خوشحالي نظر ايندي هئي. حقيقي ۾ هڏ ڏوکي ماڻهن کي وقت جي حڪومتن دبائڻ شروع ڪيو. جيڪي مصلحت ۽ سودي بازي نہ ڪندا هئا. تن کي جيل ۾ قيد کان سواءِ مختلف طريقن سان ڊيڄاريو ۽ هيسايو ويندو هو. تاريخ جي اڪين ڏٺو تہ هن ملڪ ۾ ڪڏهن بہ ڪو چيف جسٽس سنڌي ڪونہ ٿيو. چيف سيڪريٽري ڪو بہ سنڌي نہ ٿيو. سنڌ ۾ (سواءِ ڪجهہ وقت لاءِ بشير صديقيءَ جي) ڪو بہ آءِ جي سنڌي ڪونہ ٿيو. مرڪز ۾ سنڌي ماڻهن جو وڏن عهدن تي هجڻ تہ پري جي ڳالهہ آهي، پر صوبائي سطح جي اعليٰ عهدن تي بہ سنڌي ماڻهو موجود نہ آهن. سنڌ جي ذريعن ۽ وسيلن تي سنڌين جو اختيار ڪونهي. سنڌ ۾ موجود صوبائي توڙي مرڪزي کاتن ۾ باهريان ماڻهو ڀرتي ٿين ٿا. سنڌ جون زرعي زمينون اڄ بہ باهرين ماڻهن کي الاٽ ٿين ٿيون. سنڌ جي ڪارخانن ۾ غير سنڌي ماڻهن کي اوليت جي بنياد تي روزگار مهيا ڪيو وڃي ٿو. سنڌ جي ماڻهن سان هر سطح تي بہ اڪيائي ٿئي ٿي ۽ ڇا ڇا نہ ٿو ٿئي سنڌ سان. ان جو وڏي ۾ وڏو سبب سنڌ جو سياسي طرح بي آواز هجڻ آهي. سنڌي ماڻهن کي ڀهريون ڀيرو ذوالفقار علي ڀٽو جي اقتدار واري دؤر ۾

جيئڻ جو امنگ مليو. هنن ڪنڌ متي ڪنيو ۽ ڏکھو ساھ کڻي پنهنجي آس پاس جي منظر تي نگاھ وڌي ۽ پنهنجي موجودگيءَ جي خاطري ڪئي. هنن کي خبر پئي تہ هنن جا پير پنڌ ڪري سگهن ٿا. هنن جون زبانون اکر اُڪلائي سگهن ٿيون. هنن جون نگاهون بہ گهور ٻڌجي سگهن ٿيون. پاڪستان جي قيام کان پوءِ پهريون ڀيرو سنڌي ماڻهن کي پنهنجي حقن هجڻ جو احساس ٿيو ۽ کين معلوم ٿيو تہ انهن حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙا طور طريقا اختيار ڪيا ويندا آهن. سنڌ ۾ صنعتون لڳيون، زراعت لاءِ نوان اوزار، طريقا ۽ مشينون متعارف ڪرايون ويون. سنڌي ماڻهن کي تعليم ملي، روزگار نصيب ٿيو ۽ ڪنهن حد تائين سنڌين جي هانءَ تي ڇنڊو پيو. سنڌي ماڻهو "مقامي جهيڙي" کان پنهنجو پاند ڪڇھ آجو ڪرائي قومي سياست واري ڌاري (وهڪري) ۾ شامل ٿيو. مرڪز کان پري رهندڙ (پري ڪيل) ٻهراڙيءَ جو سنڌي ماڻهو، اسلام آباد ۾ اسيمبليءَ جي ڪارروائي ڏسڻ کان وٺي لنڊن ۾ پڙهڻ ۽ علاج ڪرائڻ تائين، ٻاهرين دنيا ڏسڻ لڳو. پر اهي سڀ ڳاليهون سنڌي ماڻهن جو مڪمل طور تي سياسي حق ٻڌجي نہ سگهيون. ان حد تائين جو سنڌي ماڻهن کي اها خود اعتمادي نصيب نہ ٿي، جنهن جي بنياد تي اهي پنهنجا فيصلا پاڻ ڪري سگهن. جنرل ضياءَ طرفان ڀٽي خلاف بغاوت کان پوءِ سنڌي ماڻهن کي ديوار سان ان ڪري بہ لڳايو ويو، جو اهي ڀٽي جا حامي ٿي سمجهيا ويا. ٻين لفظن ۾ ڀٽي پرستيءَ کي قوم پرستي سمجهي، سنڌي ماڻهن کي نہ ڪيل ڏوھ جي سزا ڏني وئي. هڪ ڏکهي عرصي، لڳ ڀڳ ٻن درجن ورهين، تائين سنڌ کي نہ رڳو ان جي سياسي حق کان محروم رکيو ويو، پر سنڌ کي ايڏو هيسايو ويو، جو سنڌ جي ماڻهن پنهنجي سياسي حق تان مرڳو هٿ کڻي ڇڏيو. ان جو وڏي ۾ وڏو ثبوت اهو آهي تہ جڏهن محترمہ بي نظير ڀٽو مشروط طور تي اقتدار حاصل ڪيو ۽ هر اها عوام - مخالف گهر قبول ڪيائين، جيڪا اجتماعيءَ طور عوام ۽ اقتدار ۾ وينلن لاءِ بہ نقصانڪار هئي، اُن تي سنڌي

ماڻهن کو بہ احتجاج ڪونہ ڪيو. 1988ع ۾ بنيظير ڀٽو کي بلئنڪ چيڪ جهڙو مئنڊيٽ ڏيندي سنڌي ماڻهن ڪشاده دليءَ جو مظاهرو ڪيو تہ سمجهڻ جوڳي ڳالهہ هئي، پر 1992ع ۾ بينظير ڀٽو کي ٻيهر اقتدار ۾ پهچائڻ سنڌي ماڻهن جي انهيءَ تاريخي غلطيءَ جو ورجاءُ هو. جنهن ۾ سنڌي ماڻهو پنهنجي قوم جي اجتماعي نقصان کي نظر انداز ڪرڻ کي "درگذر" جو نالو ڏيندا آهن.

اهو درگذر، معاف ڪرڻ، وساري ڇڏڻ الله لوڪي، درويشي يا وسيع القلبي ناهي پر اجتماعي طور تي بي حسي آهي. اهڙي بي حسي جنهن جي آخري حد تنزل ۽ تباهي هوندي آهي. تاريخ ۾ اهڙا مثال ريڊ انڊين ۽ ابارجنيز (Aborginees) جا موجود آهن.

اجمالي طور جيڪڏهن جائزو وٺجي تہ پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ کانپوءِ سنڌ جي سياسي تاريخ ٽن حصن ۾ ورهائجي سگهجي ٿي.

پهريون دؤر سنڌ جي ماڻهن جي سادگيءَ وارو دؤر جنهن ۾ نئين ملڪ ۽ لڏي آيل ڀائرن کي هڪ مقدس شيءِ يا قدرت جو مليل تبرڪ سمجهي قبول ڪيو ويو. ٻيو دؤر ون يونٽ خلاف اٿي کڙي ٿيڻ وارو دؤر هو، جنهن ۾ سنڌي ماڻهن پنهنجو پاڻ محسوس ڪرايو ۽ پنهنجي موجودگيءَ جو احساس ڏياريو. ان کانپوءِ ٽيون دؤر هو 1983ع ۾ ايم آر ڊي دؤران پنهنجو پاڻ ملهائڻ. منهنجو اڄ بہ اهو نقطي نظر آهي تہ ايم آر ڊيءَ جي هلچل محض جمهوريت جي بحالي ئي نہ هئي.

پاڪستان جي حڪمرانن سنڌي ماڻهن جي نفسيات کي باقاعدي مطالعي هيٺ رکيو. هنن سنڌي ماڻهن جو پاڪستان ۾ قيام دؤران متحرڪ ۽ جاندار ڪردار بہ ڏٺو. ان بعد 1958ع تائين سنڌي ماڻهن جي ماٺ ۽ سادگيءَ کي بہ ڏٺو ۽ ان کانپوءِ آهستي آهستي هنن سنڌي ماڻهن جي بي چيني پڻ ڏٺي. ون يونٽ خلاف سنڌ جي ماڻهن جي نفرت کي طاقت ۾ بدلجندي بہ ڏٺو. حاڪمن باقاعدي ۽ بغور اهو مشاهدو بہ ڪيو تہ سنڌي ماڻهن مٿان

حڪمراني ڪرڻ لاءِ ڪهڙا طريقا ڪجن ته ناڪامي نه ٿيندي. هنن ذوالفقار علي ڀٽو کي اڳيان آندو ۽ اهو ڏنو ته سنڌ جا ماڻهن سنڌيءَ ريت ٻاهرين حڪمراني قبول نه ٿا ڪن ۽ انهن تي اڻ سڌيءَ ريت حاڪميت مڙهجي ته سنڌن تحريڪي رويو (Agitative Mood) تبديل ٿئي.

ان قسم جي مطالعي لاءِ سنڌ جي سچي تاريخ حاڪم طبقي لاءِ موجود هئي. هنن سمن جي دؤر ۽ سومرن جي دؤر جو جائزو ورتو يا ان کان به اڳ عربن جي ڪاهه تائين تاريخ کين اهو ٻڌايو ته سنڌي ماڻهن سڌي جارحيت ۽ والار ڪڏهن به نه قبولي ۽ ان جي خلاف مزاحمت ڪئي. سنڌي ماڻهن ارغون ۽ ترخان دؤر ۾ ته پنهنجو پاڻ انتهائي ملهايو هو.

مدد علي پناڻ هجي يا نادر شاهه. علاءالدين خلجي هجي يا احمد شاهه ابدالي، سنڌ جي ماڻهن سڌي سنئين حاڪميت خلاف مهاڏو اٽڪايو. پر ساڳيءَ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ جڏهن سنڌ دهليءَ ۾ ويٺل مغل حاڪمن جي آنڪي ڀرينديي هئي ۽ سنڌ جا ڪلهوڙا حاڪم، ساليانو خراج ادا ڪرڻ عيوض، سنڌ تي حڪمراني ڪندا هئا ته اهو دؤر سنڌ جي تاريخ ۾ هر لحاظ کان ترقيءَ وارو دؤر هو. جو ان دؤر ۾ سنڌي ماڻهن کي (محڪوم هجڻ جي باوجود به) پنهنجي مجبور هجڻ جو احساس نه هو.

ان کانپوءِ ٽالپرن جو دؤر آهي ۽ بعد ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. انگريزن خلاف به سنڌ ۾ بي چيني ۽ هلچل هئي. تاريخ ٻڌائي ٿي ته بغاوت جي جنگ (1857ع) کان به گهڻو پهرين سنڌ ۾ انگريزن خلاف، ننڍي ڪنڊ جي هٿيار بند تحريڪ هلي هئي. پير پاڳاري جي حرن جي سرفروش تحريڪ کي انگريز سرڪار دهشتگردي قرار ڏنو هو ۽ حرن کي ذاڙيل چيو هو.

ون يونٽ خلاف گڏيل مزاحمت ۽ ان کان پوءِ ايم آر ڊي هلچل ۾ سنڌين جو گڏجي پوڻ تاريخ جي ڪيترن ئي سبقن جي ثابتي هو ۽ هن

ملڪ جي حاڪمن ضياءَ جي ڏگهي مارشل لا دوران سنڌ جي نفسيات کي تمام گهٽيءَ حد تائين سمجهي ورتو هو.

انهيءَ پس منظر بيان ڪرڻ ڪانپوءِ اسين آسانيءَ سان سمجهي سگهون ٿا ته هن ملڪ ۾ با اختيار ڌرين اهو سمجهي ورتو هو ته سنڌي ماڻهن کي ڇڙو ڇڙ ۽ غير منظم رکبو ته مٿن حڪمراني ڪري سگهبي، ۽ بيو ته جيڪڏهن مٿن ضابطو قائم رکڻو آهي ته کين سڌيءَ ريت محڪوم ۽ مجبور هجڻ جو احساس نه ڏيارجي بلڪ کين محسوس ڪرائجي ته سندن خراب حالتون سندن پنهنجي هٿان يا وري پنهنجي ئي ماڻهن هٿان ٿيون آهن.

هن ملڪ جي حڪمرانن سڀ کان پهرين سنڌي ماڻهن کي منتشر ڪرڻ لاءِ سندن صفن ۾ ڏار وڌا ۽ ان ڪانپوءِ هڪدم سنڌ ۾ لساني جهيڙا ڪرايا ۽ سنڌ ۾ وسندڙ ٻنهي ڌرين سنڌين ۽ اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ کي هڪٻئي سامهون آڻي بيهاريو. ان ڪانپوءِ فوري طور تي 1988ع ۾ عام چونڊون ڪرايون ويون، جنهن جو منطقي نتيجو بينظير ڀٽو جي وزارت عظمىٰ جي صورت ۾ سامهون آيو. ان ڪانپوءِ حڪمرانن پنهنجي طئه ڪيل حڪمت عمليءَ موجب ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. هنن سنڌي ماڻهن جي نفسيات سان کيڏندي، کين اهڙا حڪمران ڏنا جيڪي هئا ته سندن ئي هم زبان، پر سندن پروسي جوڳا نه هئا، ٻين لفظن ۾ پاڪستان جي اهم صوبي هجڻ وارو احساس ڦرڻ لاءِ حاڪمن سنڌ کان هميشه جي لاءِ اهو اعتبار ۽ اعتماد ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌ کي پنهنجن مان نسبتن ڪو وڌيڪ فائدو ٿي سگهي ٿو. هڪ منظم رٿا هيٺ سنڌ جي عام ماڻهوءَ کان سندس "يقين" کسيو ويو. زندگيءَ جي هر شعبي ۾ سنڌي ماڻهن تي ٻئي درجي جي قيادت مسلط ڪري کين هر طرح کان مايوس رکڻ جي هڪ مسلسل ڪوشش ڪئي وئي. ادب توڙي ثقافت، هنر توڙي حرفت، سائنس توڙي ٽيڪنالاجي، اقتصاديات توڙي سياسيات ۾ جعلي ۽ ٻنهه دوغلا

ماڻهو آندا ويا. سنڌ جي لڳ ڀڳ سمورن ادارن ۾ نا اهل ماڻهن کي اختيار ۽ عهدا ڏنا ويا.

اهي تجربا ڪامياب ويا. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ کي ٻه ڀيرا اقتدار مليو ۽ اُن سنڌي ماڻهن کي پنهنجي ٻنهي حڪومتي دورن ۾ ڪو خاص فائدو ڪونہ ڏنو ۽ نتيجو اهو نڪتو جو سنڌي ماڻهن کي نواز شريف مٿي ۾ لڳو. جنهن پنهنجي ٻنهي حڪومتي دؤرن ۾ سنڌ کي بريءَ طرح نظر انداز ڪيو، خاص طور پنهنجي آخري دؤر ۾. ان ڪانپوءِ جنرل پرويز مشرف جي حڪومت آئي آهي، جيڪا انهن سيني ڳالهين جو تسلسل آهي. هڪ ڊگهي عرصي کان وٺي سنڌ اسيمبلي معطل آهي، هاڻي بلدياتي چونڊن جي نالي تي عملن سنڌ اسيمبلي غير مؤثر بڻجي ويندي. ۽ ڪو شڪ ناهي تہ سنڌي ماڻهن جي مٿي تي جيڪو هٿ گهمايو ويندو هو تہ "سنڌ ۾ وڏيڪ احساس محرومي آهي" شايد اڳتي ايئن چوڻ جي بہ زحمت نہ ڪئي ويندي. الغرض سنڌ ۾ سياست اڃان رخ تبديل ناهي ڪيو. پاڪستان ٺهڻ ڪان وٺي هن وقت تائين ساڳي سياست هلندي پئي اچي، لڳي ٿو ڄڻ 50 - سالن کان ساڳيا ووٽر هجن ۽ ووٽ وٺندڙ بہ ساڳيا. هميشہ اسان وٽ جاگيردار، وڏيرن ۽ سردارن چونڊون کٽيون آهن. هنن جو مقابلو ڪرڻ تہ پري جي ڳالهہ آهي پر هنن جي اڳيان چونڊن ۾ بيهڻ بہ مشڪل ڳالهہ اهي، ان ۾ سردار، وڏيري ۽ زميندار کي بہ رڳو ڏوهہ ڪيئن ڏجي. ان معاملي ۾ اهم ذميوار ووٽر کي سمجهڻ گهرجي، جيڪي هنن کي ووٽ ڏين ٿا. اسان وٽ سياست ڄڻ تہ مخصوص ماڻهن لاءِ مخصوص ٿيل آهي، عام ماڻهو تہ ڇا پر مڊل ڪلاس جو ماڻهو بہ اليڪشن وڙهي نہ ٿو سگهي. چونڊن لاءِ ناهيل وڏا تڪ ۽ چونڊن تي ٿيندڙ خرچ کي ڏسي جهڙو تهڙو چونڊن ۾ بيهڻ جي پاڻ ۾ طاقت ۽ همت نہ ٿو ساري سگهي. هتي تہ ڪجهہ مخصوص ماڻهو ٿي اهن. جيڪي ٿوريءَ هيرا ڦيريءَ ۽ ڦيراگهيريءَ سان سدائين چونڊون کٽندا اچن ٿا، اهڙن ماڻهن جو نعداد بہ سؤ کن ٿيندو. جن

---

جو تہ "نئين سنڌ" جي تعمير ڪريون

مان ئي چونڊين ۾ اميدوار بيهندا ۽ چونڊون بہ کٽندا تا رهن ۽ کٽندا. (ڏسو ٽيبل I.II.III مضمون جي پڇاڙيء ۾) هتي هڪ سوال تہ پيدا ٿئي ٿو تہ آخر ايئن ڇو آهي؟ سياست ڪرڻ جي هڪ هٿي پلا ڪنهن کي ورثي ۾ ملي آهي يا سياست ڪرڻ جو حق رڳو انهن ئي ماڻهن کي آهي، اسان کي ان تي نہ رڳو غور سان سوچڻو پوندو پر ان هڪ طرفي واء يا رخ (Trend) کي ختم بہ ڪرڻو پوندو. نہ تہ هميشہ جيان اسانجي معاشري ۾ تبديلي ڪڏهن بہ ڪانہ ايندي. سالن کان اسين ساڳين مسئلن ۾ گهيريل آهيون. اسان جي مدد ڪرڻ لاءِ ڪير بہ ڪونهي، اسان بيوس ۽ بي يارو مددگار آهيون. حڪومت اسانکي نظر انداز ڪري رهي آهي ۽ اسانجا چونڊيل سياسي اڳواڻ چونڊن کٽڻ کانپوءِ لاڳاپيل تڪن ۾ رهن بہ ڪونہ ٿا، تہ اهي ماڻهن جا مسئلا ڪيئن سمجهندا ۽ حل ڪندا!!.

سياسي حوالي سان سنڌ ۾ رڳو اهو مسئلو ناهي تہ اسانجا چونڊيل اڳواڻ اسانکي پنهنجو ڪونہ ٿا ڪن ۽ اسانجا مسئلا حل نہ ٿا ڪن، پر سنڌ پاڪستان جو اهو واحد صوبو آهي جنهن سڀ کان وڌيڪ ٻاهريان ماڻهو رهن ٿا. جنهن سبب صوبي تي مختلف دٻاء (Pressure) اهي آهن جيئن تہ سياسي دٻاءُ ۽ معاشي دٻاءُ سڀ کان وڌيڪ اهم آهن. سياسي حوالي سان ڏٺو وڃي تہ سنڌ ۾ آباد ٿيندڙ اردو ڳالهائيندڙ آبادي بہ هن وقت هڪ تمام وڏو گروپ آهن ۽ هو هن وقت ڪجهہ اهڙيءَ جاءِ تي پهتا آهن، جتي انهن جي باري ۾ حتمي فيصلو تي نہ سگهيو آهي. بهر حال انهن کي هتان نيڪالي ڏئي نہ ٿي سگهجي. انڪري اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ جو مسئلو هن وقت سنڌ لاءِ انتهائي اهميت وارو آهي. هاڻي وري جڏهن اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ جي نمائنده جماعت متحده قومي محاذ (ايم ڪيو ايم) يعني اڳوڻي مهاجر قومي موومينٽ جي قائد الطاف حسين پنهنجي موقف ۾ اچانڪ تبديلي آندي آهي ۽ هڪ سؤ سيڪڙو قلابازي کاڌي آهي تہ ان صورتحال ۾ سنڌي ماڻهن لاءِ ان تي

شڪي ٿيڻ فطري ڳالهہ آهي. هن وقت جڏهن الطاف حسين، سنڌ جي اديبن، دانشورن ۽ صحافين سان سڌيءَ ريت گفتگو ۽ خطاب ڪري رهيو آهي تہ اهڙي معاملي ۾ الطاف جي مؤقف جي چڪَيءَ ريت ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ جي ضرورت آهي. سنڌ جا ڪجھہ ماڻهو تہ الطاف جي ڳالهين ۾ اچي خوشيءَ مان جهمريون پائي رهيا آهن، پر ان معاملي تي جوش نہ پر هوش مان ڪم وٺڻو پوندو. آخر ان معاملي تي تڪڙ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ اردو ڳالهائيندڙ آبادي بہ اتي ئي آهي ۽ اسين بہ اتي ئي آهيون، ان ڪري جيڪڏهن اردو ڳالهائيندڙ آبادي سنڌ سان پيار ڪرڻ ۽ سنڌ لاءِ جدوجهد ڪرڻ جون ڳالهيون ڪري ٿي تہ اسانکي ڏسڻ گهرجي تہ عملي طرح هو سنڌ لاءِ ڇا ٿا ڪن. واقعي بہ جيڪڏهن هو سنڌ جي حقن لاءِ عملي ميدان ۾ بہ سچائي ثابت ڪري ٿا ڏيکارين تہ پوءِ اسان کي بہ بهتر موٽ لاءِ سوچڻو پوندو. باقي تڪڙ ڪرڻ جي ڪا بہ ضرورت ڪانهي. هونئن بہ تيستائين اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ سان ناهہ شايد مستقل ۽ ڪارائتو ثابت نہ ٿيندو، جيستائين ايم ڪيو ايم سنڌ جي حواليٰ سان چند اهم ڳالهين يا سوالن (Issues) تي پنهنجو مؤقف واضح نہ ڪندي. جيئن سنڌ ۾ بنگلاديش ۽ هندستان کان ايندڙ پناهگيرن جي آبادڪاري، ڪراچيءَ ۾ شروع ٿيندڙ شهري حڪومت، ڪوٽا سسٽم، سنڌ ۾ سول بيوروڪريسي ۽ حڪومت ۾ اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ ۽ سنڌين جو پائيوارو، سنڌ ۾ سنڌين حيثيت، سنڌ ۾ پاڻيءَ جي مسلسل ڪوٽ ۽ ڪالا باغ ڊيم جهڙين اهم ڳالهين تي سنڌين وارو مؤقف اختيار ڪرڻ اهڙا مسئلا آهن جن تي ايم ڪيو ايم پنهنجي مؤقف ۾ اجان واضح ناهي ٿي. هئڻ تہ ائين کپي تہ هو سنڌ جي سيني مسئلن تي سنڌين وانگر پنهنجو ڇٽو مؤقف رکن جيڪو سنڌ جي مفاد ۾ هجي، پر هو اجا تائين ائين نہ پيا ڪن.

گذريل 50 ورهين ۾ هنن جو مؤقف مڪمل طرح سنڌين جي خلاف رهيو آهي. اڪثر وڏيون نوڪريون ۽ ذنڌا ذاڙي هنن وٽ ئي رهيا.

سنڌ جي سياست ۾ خاص طور تي ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد شهرن ۾ ايم ڪيو ايم جو اهم ڪردار رهيو آهي. اُتي هنن چونڊون به کٽيون آهن. پر سنڌ سرڪار ۾ حصيدار هجڻ جي صورت ۾ ايم ڪيو ايم سنڌين جي حقن جي خلاف رهي ۽ ڪا به حمايت نه ڪئي. سنڌين کي نوڪرين مان ڪڍيو ۽ ڪين نين نوڪرين کان گهٽي پاڳي پري رکيو ۽ انهن خلاف ٻولي. جون ڳالهيون ڪندي رهي. جنهنڪري سنڌين کي هر ڪيتر ۾ سخت نقصان پهتو. هتي سندن تشدد واري سياست جو ذڪر في الحال ڪونه ٿا ڪريون. پر تاريخ جي رڪارڊ تي انهن سڀني ڳالهين کي درج رکندا ايندا سين. جن ۾ سنڌ کي ٻين سان گڏ انهن ماڻهن به سور ۽ گهاوَ ڏنا. جن کي سنڌ جيءَ ۾ جايون ڏيندي رهي آهي.

## ٽيبل - I

**Social Class Back Ground of Sindh Provincial Assembly Members**

| | 1988ع | 1990ع | 1993ع | 1997ع |
|---|---|---|---|---|
| 1. زميندار / سردار | 30 | 26 | 25 | 30 |
| 2. سرمائيدار /جاگيردار | 28 | 30 | 31 | 27 |
| 3. وچولا وڏا زميندا /وڏيرا | 8 | 14 | 14 | 13 |
| 4. شهري/ايم ڪيو ايم | 30 | 30 | 30 | 30 |
| ڪل | 96 | 100 | 100 | 100 |

نوٽ: ڏنل ٽيبلون جنرل اليڪشن رپورٽ، واليوم I & II اليڪشن ڪميشن آف پاڪستان 1997ع تان کنيون ويون آهن.

## ٽيبل - II

**Social Class Back Ground of National Assembly Members**

| 1997ع | 1993ع | 1990ع | 1988ع | 1985ع | |
|---|---|---|---|---|---|
| 126 | 129 | 106 | 156 | 157 | 1. زميندار ۽ قبيلائي سردار |
| 39 | 37 | 38 | 20 | 54 | 2. سرمائيدار /جاگيردار |
| 32 | 26 | 46 | 09 | 18 | 3. شهري پروفيشنلس |
| 03 | 08 | 11 | 15 | 06 | 4. مذهبي اڳواڻ |
| 02 | 05 | 03 | 07 | – | 5. رٽائر فوجي آفيسر |
| 02 | 03 | 03 | – | 03 | 6. ٻيا |
| **207** | **207** | **207** | **207** | **207** | **ڪل** |

## ٽيبل - III

**Composition of Cabinets 1995-1998**
**Federal Ministries and Ministers of State**

| ٽوٽل | سياسي ڪارڪن | اقليتي | عالم | عورتون | عام | ٽيڪنوڪريٽ/ بيوروڪريٽ | سرمائيدار | جاگيردار | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 27 | – | – | 1 | 1 | 2 | 8 | 3 | 12 | محمد خان جوڻيجو (1985-88) |
| 44 | 6 | 1 | – | 4 | 3 | 14 | 1 | 15 | بينظير ڀٽو (1988-90) |
| 39 | 2 | 2 | 1 | – | 1 | 12 | 9 | 12 | نواز شريف (1990-93) |
| 39 | 2 | 1 | – | 1 | 2 | 13 | 3 | 17 | بينظير ڀٽو (1993-96) |
| 26 | 1 | – | – | 2 | 1 | 8 | 6 | 8 | نواز شريف (1997-99) |

# سنڌ جي سماجي صورتحال جو جائزو:

سنڌي سماج کي ڪيترين برايون لڳل آهن انهن جو اندازو ۽ نقصان جي ڪٿ تڏهن ئي ممڪن آهي، جڏهن سماج جا عالم ۽ نبض شناس (Social Scientists) گڏجي ويهي کوجنا ڪن، ۽ ڪا جامع ۽ ڏور رس تحقيق ڪن. جنهن جي نتيجن جي روشنيءَ ۾ عمل جوڳيون سفارشون مرتب ٿين.

هن جائزي ۾ بين جائزن وانگر پاڻ نصابي ڳالهيون ڪونه ڪنداسين، پر سادي سولي انداز ۾ سماج جا موجود مسئلا اپٽارينداسين جيئن خبر ته پوي اسان کي پنهنجي سماج کي ڪهڙن مرضن مان آجو ڪرائڻو آهي. ڏسڻو پوندو ته آخر اسان وٽ ننڍ وڏائي ڇو آهي، ذات پات جو فرق ايترو وڌيل ڇو آهي، طبقاتي تفاوت ڇو آهن، غليظ ۽ مڪروه رسمون ۽ رواج ڇو پکڙيل آهن!

هي قبائلي جهيڙا، ڪارو ڪاريءَ جون رسمون، بدي جون شاديون، وڏندڙ اغلام بازي، نشي جو واهپو، خودڪشيون، لڄالٽ جا واقعا، بد فعليون، اقليتن خلاف ڏوهه ۽ سنڌن عدم تحفظ جي احساس سان پريل زندگي، چوڌطرف تفرقي بازي، ذات پرستي، وهم پرستي ۽ بيون اهڙيون ڪيئي هچائون. اسان جي ڳاتي ۾ لڳل زهرناڪ ۽ موتمار بلائون آهن ۽ عام طور تي ايئن محسوس ٿيندو آهي ته سنڌ انهن دوزخي عذابن مان ڪڏهن به آجي ڪانه ٿيندي.

اسان جو سماج جاگيرداراڻو سماج آهي. جاگيرداراڻو نظام پنهنجي بقا ۽ بچاءَ لاءِ پنهنجون سموريون توانائيون استعمال ڪري رهيو آهي. جڏهن ته سرمائيداراڻي دؤر اسان وٽ ستين مهيني جي ٻار وانگر ولادت حاصل ڪئي

اهي ۽ اڄاتائين انڪيوبيٽر ۾ خاص نگهداشت واريءَ حالت ۾ پيل آهي. سنڌ جي سماج کي زوريءَ زبردستيءَ پٺتي رکڻ ۽ اڳتي وڌڻ کان روڪڻ ۾ رياست ۽ مذهبي عنصرن جو وڏو هٿ رهيو آهي.

هن ملڪ جي اصل حاڪمن سنڌ کي ان لاءِ هڪ ناڪاري ۽ مدي خارج سماج ڏيڻ تي زور رکيو. جو ان طريقي ڪانسواءِ سنڌ کي هو ڊگهي مدت تائين غلام بڻائي سگهيائي نه ٿي. تاريخ چوي ٿي ته سنڌ جي خمير ۾ روشن خيالي، وسيع القلبي ۽ ترقي پسندي ازل کان رچيل آهي. دنيا جا اڪثر ماڻهو اڃا حيوانن واري زندگي گذاري رهيا هئا ته سنڌ جا ماڻهو تمدن واري زندگي گذاريندا هئا. تاريخ گواهه آهي ته دنيا کي "داس ڪئپيٽال" سان لوڏي ڇڏيندڙ ڪارل مارڪس پيدا ئي نه ٿيو هو. ته ٻه سؤ ورهيه پهرين سنڌ ۾ صوفي شاهه عنايت سنڌ ۾ "جهوڪ ڪميون" برپا ڪيو هو. اسان جي هن سر زمين وٽان جين مت، ٻڌ مت، هندو ڌرم، عيسائيت، اسلام، سک مت، پارسي مت ۽ هندن ۽ ٻين مڪتبه فڪر جي مختلف هاڪاري روين جي رنگارنگيءَ سان دنيا کي سيڪيولرزم جو عملي مثال پيش ٿيل آهي. اسان جي ڌرتي محبتن جي زمين آهي، جنهن جي مٽيءَ ۾ عدم تشدد، رواداري، سهپ، ۽ بردباريءَ ۽ برابريءَ جا جزا وڏيڪ مقدار ۾ موجود آهن. دنيا ۾ ٻين علائقن ۾ موجود سماجن، پيداواري وسيلن جي ترقيءَ ۽ پيداواري اپت جي بدلجڻ ۽ انهن جي واڌ ويجهه سان مختلف تغيرات ۽ تبديلين کي پيدا ڪيو آهي پر سنڌ ۾ 1947ع کانپوءِ هر شيءِ جامد ۽ ساڪت ٿي چڪي آهي. جيڪڏهن اڃا به سادن لفظن ۾ بيان ڪجي ته هيئن چئبو ته 1843ع کان 1947ع تائين برطانوي راڄ جي 104 ورهين ۾ سنڌ ۾ ايتري ترقي ٿي، جو اها ترقي، تاريخ جي ڪنهن دور ۾ ٿي نه هئي ۽ نه وري اڳ ۾ ڪڏهن ايڏي تيز تبديلي ۽ ترقي آئي هئي. 1947ع کان وٺي نئين صديءَ جي آمد تائين، سنڌ ۾ سواءِ ان نر ۽ طفيلي تبديلين جي، ترقيءَ جي رفتار کي روڪي . ارتقا جي ڦيٿي کي ابتو ڦيرائڻ لاءِ

حوالو "نئين سنڌ" جي تعمير ڪرڻ

جيترا وس ڪيا ويا آهن. اهڙا تجربا پڻ تاريخ ۾ اڳ ۾ ڪڏهن نہ ٿيا آهن. ايڪيهين صديءَ ۾ جڏهن سنڌ قدم رکي ٿي تہ وڏيرا شاهي، نجي جيل، ٻارن جو پورهيو. عورتن جو ڪاروبار. ڪارو ڪاريءَ جا واقعا، خودڪشين جو وڌندڙ انگ. عورتن جو اغوا. سنڌ جا داغ بڻيل هجن ٿا. ويهين صديءَ جي آخري اڌ ۾ سڌريل دنيا ۾ ٿيندڙ ترقيءَ سان ڪٿي پيٽ نہ ٻہ ڪجي، پر جيڪڏهن ٽينءَ دنيا جي ڪنهن پٺتي پيل علائقي . مثال طور لاطيني آمريڪا جي ڪنهن بہ ملڪ سان بہ پيٽ ڪجي . تہ بہ سنڌ ۾ ٿيندڙ ترقيءَ جي رفتار وڌيڪ سست بلڪ بنهہ بيٺل نظر ايندي.

ان سڄيءَ صورتحال بيان ڪرڻ جو مقصد اهو آهي تہ ذهن ۾ اهو رکجي تہ گذريل اڌ صديءَ ۾ سنڌ کي جن مجبورين کي منهن ڏيڻو پيو آهي، اهي مجبوريون ان لاءِ پيدا ڪيون ويون تہ جيئن سنڌ پنهنجن مونجهارن ۾ ڦاٿل رهي ۽ ان جا اندروني مسئلا ۽ تضاد ايترا تہ اڀريل رهن، جو قومي آزادي، خود مختياري ۽ قومي تشخص ان لاءِ ناقابل حل بلڪ ناممڪن مسئلو بڻيل هجن. ۽ فقط ۽ فقط جياپو ئي سنڌ جو اهم دائمي معاملو بڻيل رهي. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ جاگيرداريءَ جو ٻج انگريز سامراج ڇٽيو هو ۽ پنهنجي هڪ صديءَ جي راڄ دوران انهيءَ فصل کي باقاعدي تيار ڪيو هو، پر پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ جي "جاگيرداريءَ" کي هيڪاري وڌيڪ طاقت ملي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ان کي تحفظ مليو. انگريزن جي آخري وقت ۾ جتي جاگيرداريءَ کي ان ڪري بہ ڪاپاري ڌڪ لڳي رهيو هو جو هندو جاگيرداراڻي ذهنيت رکڻ بدران واپارڪي ۽ تجارتي ذهن رکندا هئا. جنهن ڪري اهي باوجود ان جي تہ مسلمان زميندارن ۽ جاگيردارن کان قرض ۾ ۽ وياجن ۾ گروي ٿيل زمينون لکرائي وٺندا هئا. پر انهن لاءِ هارين کان زمينون کسڻ ڏکيو ڪم بہ هو ۽ بي فائدي پڻ. ايئن جڏهن مسلمان زميندار قرضي ۽ وياجي زمينون ٿيں وال ڪندو هو تہ اهي زمينون هندو زميندار کي ملنديون هيون، جنهن سان هارين جي معاشي ۽ سماجي حالت تي

خراب اثر پوڻ بدران ڪنهن حد تائين بهتر اثر پوندو هو. پر ورهاڱي ڪانپوءِ حالتون انتهائي خراب ٿي ويون. هڪ ته انهيءَ دوران سکر بيراج نهڻ ڪانپوءِ پنجاب جي ماڻهن کي هڪ منظم رٿا بنديءَ هيٺ سنڌ ۾ انهن زمينن تي آباد ڪرايو ويو. ٻيو ته خاص طور هندستان مان لڏي ايندڙ پناهگيرن کي سنڌ جون زمينون ۽ ٻيون ملڪيتون ڪليمن ۾ ڏنيون ويون. ان ڪان علاوه اڳتي هلي ڪوٽڙي بئراج نهڻ ڪانپوءِ سنڌ ۾ غير سنڌي آبادگارن کي وڏيڪ بيراجي زمينون ڏئي وسايو ويو. ان مان ايئن محسوس ٿيندو هو ته سنڌ ڪو مفتوح علائقو آهي، جتي هر شيءِ کي مال غنيمت سمجهي لٽيو پيو وڃي وڃي. حد ته اها ٿي، جو ڪرڪيٽ يا هاڪيءَ جي عالمي مئچ کٽڻ تي رانديگرن کي انعام ۾ سنڌ جون زمينون ڏنيون ويون. ڪنهن ڳائڻيءَ جي خوش الحاليءَ تي، حاڪمن کي جڏهن به ڪنهن انعام اڪرام سان نوازڻو ٿيو ٿي ته به سنڌ جون زمينون عطا ٿي ڪيون ويون!

اهڙيءَ صورتحال ۾ جڏهن سنڌي جاگيردار هجي يا ڪليمن ۾ حاصل ڪيل زمين جو ڪو نئون مالڪ هجي يا قبايل / هٿ ڪيل ايراضيءَ تي موجود قبضي گير هجي، ڪنهن جو به سنڌ ڌرتيءَ سان روحاني ۽ جذباتي ڳانڍاپو ۽ واسطو پيدا ٿي نه سگهيو. ۽ انهن وٽ اها پنهنجائپ جڙي نه سگهي، جيڪا هڪ هاريءَ جي پنهنجي ٻنيءَ سان هوندي آهي. منت ۾ مليل، ڪليمن ۾ مليل يا قبايل زمين جو ماڻهن کي ڇا قدر ٿي سگهيو پئي؟ ٿيو ايئن جو جن کي به "مال غنيمت" ۾ زمينون مليون، انهن بعد ۾ زمينون وڪڻي ڇڏيون ۽ روڪ رقم کيسي ۾ وجهي ٻيا وڃي وسايا ۽ سنڌ ۾ زمينداريءَ جو رخ تبديل ٿي ويو. سنڌ جون زمينون، انهن ئي هٿن ۾ گڏ ٿي ويون جن وٽ اڳئي وڏيون جاگيرون هيون. نتيجي ۾ سنڌ ۾ (Neo feudalism) جديد جاگيرداري جو دور شروع ٿيو. اسان وٽ اڄ به نئون جاگيرداري پنهنجي عروج تي آهي جنهن سنڌ ۾ سرمائيداريءَ کي

پيـر كـوڙڻ كونـہ ڏنـا آهـن. جـاگيرداريت جـو انتهـائي خطرنـاڪ روپ جديـد جاگيرداري (Neo feudalism) هوندي آهي.

سنڌ جي سماجي صورتحال كي سمجهڻ لاءِ ضـروري آهي تـہ سنڌ جـي ويجهـي مـاضيءَ واريءَ تـاريخ كي چڱيءَ طـرح ذهـن ۾ رکجي، نـہ تـہ سنڌ جـي سماج جو مطالعو مڪمل ٿي نـہ سگهندو.

سچي ترقي جنهن لاءِ اولين شرط منظم ۽ فعال ادارن جي موجودگي آهي، اُن كان سنڌ، پاڪستان نهڻ كان پوءِ هڪدم محروم ٿي، وڏي پئماني تي لڏ پلاڻ سبب سنڌ مان ادارا كمزور ٿيا يا مرگهو ٿي غـائب ٿي ويا. وڏي پئماني تي هجرتن ۽ لڏ پلاڻ سبب سنڌ جو سمورو سماجي نظام درهم برهم ٿي ويو. هڪ طرف سنڌ جا هندو لڏي هندستان پئي ويا. جن جي وجهڻ كري سنڌ جي سياسي، سماجي، اقتصادي، علمي، ادبي، ثقافتي شعبن ۾ خال پيدا ٿيا ۽ ٻئي طرف ٻاهران ايندڙ پناهگيرن هن ڌرتيءَ كي فتح ٿيل پرڳڻو سمجهـي والار هيٺ آندو. نتيجي طور،جن كي ورهاڱي كـانپوءِ جي حالتن جي خبـر آهي اهـي مـاٺهو شـاهدي ڏينـدا تــہ ســنڌ جـا شــهر جيكـي ســنڌ جـي خواجــن، هندن،پارسين،سكن، ۽ Elite مسلمانن جا صاف سٿرا شهر هئا. جتان جي نالين مان بہ چندن جو واس پيو ايندو هو. اهي شهر دونهين ۽ ڌپ ۾ پرجي ويا. صاف هوائون ۽ فضائون، آلوده ۽ بدبو دار ٿي ويون. سنڌ جا اهي سڌريل شـهر، سنڌين كان كسجي ويا ۽ سنڌي جيكـي اڳ ۾ بہ ٻهراڙين ۾ هئا سي پوءِ بہ ٻهراڙين ۾ رهيا. كـانئن شهر جو قرجي ويا تـہ سنڌن Urbanisation رکجـي وئي،سنڌن شهري ادارا ختم ٿي ويا. رابطا نـہ جڙيا. جيكـو خـال پيـدا ٿيـو اهـو خال ٿي رهيو، كڏهن بہ پر نـہ ٿيو.

ترقي ادارن كان سواءِ ممكن ٿي نـہ هونـدي آهـي ۽ سـنڌين وٽ شـهري ادارا نـہ رهيا. سنڌ ۾ جن كي ادارا جوڙڻ ۽ هلائڻ ايندا هئا اهي لڏي هليـا ويـا.

اهي ايڏا تہ منظم ۽ متحرڪ هئا جو پوئتي رهيل اسين ڌرتيءَ تي رهندي بہ ڪجهہ نہ ڪري سگهياسين ۽ هو پارٽ ۾ هوندي بہ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏياري ويا. ادارا. جي ترقي مائل ڪلچر جي نمائندگي (Representation) ڪندا آهن. اڳتي وڌيل ادارا ئي ادارن جو متبادل بڻبا آهن. ادارن مان ئي ادارا جڙندا آهن. سماج ادارن مان ئي گڏيل ۽ با ترتيب طاقت حاصل ڪندو آهي، ۽ پوءِ ئي هڪ دور مان ٻئي دور ۾ ڇلانگ لڳائيندو اهي.

سنڌ ڏاڍي مظلوم اهي. جو هن ڌرتيءَ کي هڪ تہ ادارن جي کوٽ نصيب ٿي. ورهاڱي کانپوءِ بي ترتيب ۽ غير منظم زندگي سنڌين کي ورثي ۾ ملي. سنڌن علمي ادبي تحريڪون بہ مانيون ٿي ويون ۽ سنڌين سڀ ڪم "قادر" جي حوالي ڪري پاڻ کي هر ذميواري کان آجو سمجهي ڇڏيو. ۽ ان کان پوءِ تاريخ ٻڌائي ٿي تہ اوهان ۽ اسان جي سنڌ چوڌاري طرف مصائبن ۾ گهيرجي وئي. وسيلا ڦرجندا ويا. هر کيتر ۾ ڌارين جي يلغار ٿي ۽ چوطرف اجنبي ۽ اوپرن ماڻهن قبضو ڪري ورتو. اسين اهي ئي هٿين خالي رهياسين. اسان جي ڌرتي اسان تي تنگ ٿي وئي. اسان جي قوم جي مراعتيافتہ ماڻهن کي پنهنجي سنڌي هجڻ جو سيرو احساس ڪلهہ بہ ڪونہ هو. پوءِ بہ پيدا ڪو نہ ٿيو ۽ ڪڏهن پيدا ڪون ٿيندو. اهي پنهنجي سموريءَ جاگيرداري ادمبر سوڌا هڪ ڏيهن وڏا انقلابي ۽ پرولتاري ٿيندا. جڏهن سنڌ جو پاڻي پنجاب ٻالنين ۾ کين ڏيندو. گڏريل چئن ورهين کان ڪوٽڙي ڊائون اسٽريم ۾ هڪ ڪيوسڪ پاڻي ڪونہ وهايو ويو اهي. جڏهن تہ 1991ع جي پاڻيءَ واري معاهدي ۾ 10 مليَن ايڪڙ فوٽ وهائڻ جو واعدو ڪيو ويو هو. هن سال پاڻيءَ جي کوٽ ڇا تي ڪري اهو اسان اکين سان ڏسون پيا. خدانخواستہ حالتن جو اهو رخ بيٺو تہ سکر بيراج کان هيٺ جڏهن پاڻي وهايو ويندو تہ ڪهڙيون ڪينيون ۽ ديهون اباد ٿينديون! اهو اسان لاءِ ڇنتا جو لمحو آهي. پر لڳ تہ انهن جا

/جو تہ "نئين سنڌ" جي تعمير ڪريون

ڪاسٻارجندا. جن جون اهي ڪيئنيون ۽ ديهون ۽ جاگيرون آهن. افسوس صد افسوس. اهي بي شعور ۽ بي حس آهن.

الغرض تہ سنڌ ۾ سماجي ڪيتر ۾ ادارن جوڙڻ جو خيال تڏهن وجي پيدا ٿيو جڏهن 1977ع کانپوءِ ضياالحق جي مارشل لا لاڳو ٿيو. جڏهن ملڪ انڌير نگري بڻجي ويو. سنڌ جي سماجي ڪيتر ۾ ترقيءَ جي ڳالهہ تي ڪجهہ چرپر ٿي، ۽ سنڌ کي هڪ ادارو نصيب ۾ آيو جيڪو نہ رڳو ادارو هو، پر ٻين ادارن جو متبادل هو. سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسئيشن سنڌ جي سماجي ڪيتر ۾ ترقيءَ ۽ خدمت جو تصور ڏنو، ۽ ان کي عملي جامي پهرائڻ طرف پختا قدم بہ کنيا. ان جي بر پا ٿيڻ ۽ ان جي خدمتن تي هڪ ڌار ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي . هتي فقط ايترو چئبو تہ "سگا" سنڌ جو اهڙو ادارو هو جنهن سول سوسائٽيءَ کي نوان نقشا ڏنا. "سگا" ئي هڪ اهڙو ادارو هو، جنهن سنڌ ۾ اين جي اوز کي متعارف ڪرايو. سنڌ جي ماڻهن کي ٻڌايو تہ غير سرڪاري ماڻهو، بنا وسيلن جي پنهنجي مدد پاڻ تحت گهڻو ڪجهہ، بلڪ سڀ ڪجهہ، ڪري سگهن ٿا .

"سگا" کان پوءِ سنڌ کي سماجي طور تي منظم انداز ۾ ڪم ڪرڻ جو ولولو "سنڌ ڳوٺ سڌار سنگت" ڏنو. سنڌ ڳوٺ سڌار سنگت سنڌ جي پهرين تنظيم هئي، جنهن سنڌ جي ڳوٺن ۾ ڳوناڻين تنظيمن جو نيٽ ورڪ ٺاهيو ۽ ماڻهن کي شراڪتي بنيادن تي (Participatary approach) هيٺ ڳوٺن جي ترقيءَ لاءِ سرگرم ڪيو.

افسوس اهو آهي، جو اهي ادرا بہ تنظيمن جي حد تائين ئي رهيا ۽ انفرادي انحصار ۽ روايتي طريقيڪار جو شڪار ٿي ويا. ۽ هاڻ اهي تنظيمي طور بہ ايترو سرگرم نہ آهن. ها، ايترو آهي، جو هنن ادارن جي مهرباني ئي آهي، جو هنن اسان کي ڪم ڪرڻ جو طريقو ۽ جذبو ڏنو ۽ سندن وقتي

ناڪامين اسان کي سيڪاريو آهي تہ سنڌ جي سڀ پاسائين جامع (Integreted) ترقيءَ لاءِ ڪم ڪجي.

سنڌ ۾ سماجي خدمتن واري ڪيتر جي ڪا ڏگهي ڪهاڻي ڪانهي. ڏيارام گدومل ڪان وٺي مسڪين جهان خان کوسي جا جيون چرتر اسان جي سامهون آهن. اسان انهن کي اڳيان رکي پنهنجي ماضيءَ جي تجربن کي حال جي جدوجهد سان سلهاڙي سگهون ٿا. اسين ايندڙ دور جي تقاضائن کي مدنظر رکي، جيڪڏهن پاڪستان ۾ آغا خان رورل سپورٽ پروگرام ۽ اورنگي پائلٽ پروجيڪٽ جي تجربن جي راهہ تي ڪو اهڙو پروگرام جوڙيون، جنهن ۾ شهري توڙي ڳوٺاڻي ترقيءَ جو منشور هجي تہ ڪو سبب ناهي تہ اسين سنڌ کي سماجي طرح تمام گهڻو اڳتي آڻي نہ سگهون. ان لاءِ سنڌ حڪومت کي ائين رقم مخصوص (Endowment Fund) ڪرڻي پوندي جيئن پنجاب پنهنجي صوبي جي ترقيءَ لاءِ جامع پروگرام جوڙڻ لاءِ رقم مخصوص ڪئي ۽ 500 ملين رپين جي رقم ڏئي پنجاب رورل سپورٽ پروگرام جوڙائي ورتو.

بلڪل ساڳيءَ طرح بلوچستان ۽ سرحد حڪومتن بہ اهڙن پروگرامن لاءِ رقمون مخصوص ڪيون. هاڻ بلوچستان ۾ بي آر ايس پي ۽ سرحد ۾ سرحد رورل سپورٽ ڪارپوريشن SRSC ڪم ڪري رهيا آهن، پر سنڌ واحد بد نصيب صوبو آهي، جنهن جي هر حڪومت کي بار بار چيو ويو پر سنڌ ۾ سنڌ رورل سپورٽ پروگرام يا اهڙو ڪو بيو پروگرام هن وقت تائين شروع ٿي نہ سگهيو آهي.

جيتوڻيڪ سماج سان لاڳاپيل معاملن کي بهتر انداز ۾ اڪلائڻ ۽ سماج کي ترقي ڪرائڻ لاءِ سول سوسائٽي جا سمورا ادارا هڪجيترا ذميوار هوندا آهن، پر پاڪستان ۽ خاص طور سنڌ ۾ سماجي خدمت جو تصور فقط اين جي اوز سان وابستہ آهي. اهو هڪ عام مغالطو آهي تہ اين جي اوز جي

ذميواري آهي تہ اها سماجي ترقيءَ جي كيتر ۾ سڀ ڪم سرانجام ڏين.
جيڪڏهن ان قسم جو طرز فڪر اختيار ڪبو تہ پوءِ وري بہ صورتحال ساڳي
ٿيندي تہ پنهنجي ذميواري ٻين جي ڪنڌ ۾ وجهو.ان ڳالهہ ۾ ڪو بہ اختلافي
پهلو ڪونهي تہ جڏهن ڪنهن بہ فرد /اداري کي ڪنهن ڪم جو مئنڊيٽ مليل
ٿو، ان کي ان مئنڊيٽ آهر ڪم سرانجام ڏيڻو آهي، پر ڪنهن فرد /اداري کان
هڪ تبديلي ۽ اهڙي ترقيءَ جي گهر ڪرڻ، جيڪا ان جي وس ۽ وت کان ٻاهر
هجي، اڻ ڄاڻائي ۽ غلط فهمي آهي.

اڳ ۾ اهو ذڪر ڪيو اٿئون تہ شهري توڙي ڳوٺاڻي ترقيءَ جي منشور
تي مشتمل ڪو اهڙو ترقياتي پروگرام شروع ڪجي، جيڪو شراڪتي طريقي
تي ڪم ڪري، تہ ڪو شڪ ناهي تہ سنڌ سماجي طور اڳتي اچي سگهي ٿي، ۽
ان لاءِ ضروري آهي تہ مختلف ملڪن جي ترقيءَ مان سبق حاصل ڪجي.

دنيا جهان جي ترقيءَ کي ڏسون ٿا تہ حيرت ٿئي ٿي، پر جيڪڏهن
اسان پاڻ، ان ترقيءَ کي ممڪن سمجهي اهو ئي رستو اختيار ڪيو تہ اسان وٽ
حيرتون نہ پر حقيقتون هونديون. حقيقتون سامهون آهن، حيرتن ختم ٿيڻ جو
دؤر آهي. اسان کي هڪڙو پيرو بيهر پاڻ کي ڪم لاءِ قائل ڪرڻو پوندو.

"ڪم" کان سواءِ حال ۾ قوم تہ خراب وقت ڏسي ٿي ۽ گهڻو عذاب
ڀوڳي ٿي، پر ڀهرين ڀهرين اهو نتيجو نڪري ٿو تہ پنهنجي ايندڙ نسل کي اسين
پنهنجي هٿن سان تباهہ ڪري رهيا هوندا آهيون. اسان جي اڪثريت ڪم کي
عيب ٿي سمجهي. واپار، مواصلات (خاص طورٽرانسپورٽ)، ٽيڪنيڪي
ڪمن، انفارميشن ٽيڪنالاجي ۽ فني ۽ هنري شعبن ۾ اسين محض ان ڪري
ڪا مهارت حاصل نہ ڪري سگهيا آهيون، جو ڪم اسان کان پڇي نہ ٿو.
ڪم، جيڪو سوچرائي ٿو، دماغ هٽائي ٿو، مٽي ۾ (وقتي طور يا شروع ۾)
سور وجهي ٿو، ان کي وڃڙڻ، هڪ گناهہ سمجهيو ٿو وڃي. اسان جي عام

شاگردن لاءِ اجان بہ ڏکيا (۽ ناپسنديده) مضمون، رياضي ۽ انگريزي آهن.
اهڙيءَ حالت ۾ ڇا ٿو ڪري سگهجي! جڏهن ذهن کي سوچڻ هڪ تڪليف ده عمل لڳي، جڏهن اڪيلائي ۽ خلوت کان ماڻهو خوفزده هجن. جڏهن غور ۽ فڪر ۽ سوچ ويچار لاءِ پنجن منٽن جيترو وقت نہ هجي، تڏهن فقط حيران ٿي ٿي سگهجي ٿو. حقيقتن جو تہ مشاهدو نہ ٿو ڪري سگهجي.

ان کان وڌيڪ کهڙو آئينو هوندو تہ چين ۽ جاپان کي ڇڏيو. پر پنهنجي ئي پر پاسي جي پرڳڻن جي ماڻهن جي ڪيل ترقيءَ کي ئي هڪ مثال بڻائي اڳيان رکجي، تہ بہ اندر جون اکيون کلي سگهن ٿيون.

عام ماڻهوءَ جو الميو آهي تہ "بابو ماستر هو، ڪوٺا تي مان بہ ماستر ٿيندس". ۽ سرنديءَ وارن ماڻهن جو خيال آهي تہ "ماڻهو محنت ڪري ڪمائيندو ان لاءِ آهي تہ سک ماڻي. سک ماڻيو اٿئون، هاڻ ڇا لاءِ محنت ڪريون؟"

هن سڄي سور سلڻ جو مقصد اهو آهي تہ مڃجي تہ جڏهن سوچ فڪر ئي هوندو تہ پوءِ ماڻهوءَ ۽ مريد ۾ ڪو بہ فرق تہ رهندو. اسين پنهنجي جبلتن جا مريد آهيون. کائڻو آهي، پيئڻو آهي، خوف، بک، گرمي ۽ سرديءَ کان پاڻ کي هڪ مخصوص طبعي عمر تائين محفوظ رکڻو آهي ۽ آباديءَ ۾ اضافو ڪري ايئن هليو وڃڻو آهي. جو دنيا چوي تہ "جهڙا آيا هئا جهان ۾ تهڙا ويا موٽي". الله الله خير صلا.

اسان جي عمل ۾ ڪٿي بہ ڪو تغير ان ڪري بہ ڪونهي، جو اسان کان وسري ويو آهي تہ پاڻ کي ۽ پاڻ جهڙن بين سيني کي ڪنڌ مٿي ڪٿي جيئڻ جهڙو بڻائڻ لاءِ غور بہ ڪرڻو آهي. اسين هر ڳالهہ تي دل ۾ اهو چئي پاڻ کي مطمئن (Justify) ڪندا آهيون تہ "ان ڪم جو نيڪو پلا مون تي آهي ڇا"؟

بين لفظن ۾ ذميواري /فرض جو احساس (Sense of responsibility) ڪونهي. اهو ئي سبب آهي تہ اسين پنهنجي ترقي تہ ڇا پر تباهيءَ کي قبولڻ

لاءِ بہ تيار ناهيون. هاڻ ليکي ڪڏهن جو وقت اچي ويو آهي. هاڻ "نور بشر جا بحث" ختم ڪرڻا آهن. هاڻ انهن اجاين مڪالمن جي نذر ناهي ٿيڻو تہ سماجي ڪم سياسي ڪارڪنن جو معاملو نہ آهي، يا وري پورهيتن جي حقن لاءِ ڪم ڪرڻ ٽريڊ يونين يا سياسي ڌرين جي ذميواري آهي. سماج جو هر معاملو آخري چيڙي تي سياسي آهي ۽ سياست جو محور ۽ مرڪز سماج هجڻ گهرجي اهو هڪ آفاقي اصول آهي.

الغرض تہ ملائڪ اچي اسان جي حالت ڪونہ سڌاريندا. اسان کي سڀ ڪجهہ پاڻ کي ڪرڻو آهي. ذميوارين ورهائڻ لاءِ ڪو ولي يا بزرگ اچي ڪم ڪونہ ورهائيندو ۽ نہ وري ڪمن جي نگرانيءَ ۽ چڪاس لاءِ ڪو ساڌو يا سنت اچي فرض ادائگي ڪندو. پاڻيءَ جي زيان، روشنيءَ جي زيان، لفظن جي زيان کان وٺي خيالن جي زيان تائين هر زيان، اسان کي نقصان پهچائي ٿو. تنهن ڪري ايئن چئجي تہ "دنيا جو اچو منهن آهي. هڪڙو منهنجي سڌرڻ سان ڇا ٿيندو" انتهائي غلط سوچ آهي. هاڪاري انداز ۾ سوچڻو آهي تہ "منهنجي سڌرڻ سان هڪڙو بگڙيل ماڻهو دنيا ۾ گهٽبو. اهو دنيا جي بين بگڙيل ماڻهن کي دڳ لائيندو. ايئن بگاڙ هوريان هوريان ضرور گهٽجندو ويندو". شروعات ۾ مڪاني (تمام هيٺينءَ سطح) تائين اثر نظر نہ بہ اچن تہ پلي نہ اچن. پر اڳتي هلي وڏي پئماني تي فرق نظر ايندو.

موجوده دؤر ۾ سماجيات جا ماهر، ڏاها، سياستدان ۽ عملي طرح سماج جي بهتريءَ لاءِ ڪم ڪندڙ ڪارڪن ان ڳالهہ تي سهمت آهن تہ نقصان گهٽائڻ (Losses Management) بہ ترقيءَ جو اهم جز آهي. ماهر ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ "جيڪڏهن مستقل بنيادن تي عام ماڻهو پنهنجي ناڻي جي ميڙ يا تشڪيل (Capital Formation) ڪري ۽ پنهنجي معيار زندگيءَ کي بلند ڪرڻ لاءِ منظم انداز ۾ ڪوششون وٺي تہ ان جي معيار زندگيءَ ۾ بهتري ضرور ايندي".

بدقسمتي اها آهي تہ ملڪ جي بين خطن ۽ پرڳڻن جي ڀيٽ ۾ سنڌ جي ماڻهن ۾ بہ عادتون ڏاڍيون پختيون پاڙون هڻي چڪيون آهن:

1) بي ترتيبي

2) فضول خرچي

بي ترتيبيءَ مان مراد بد نظمي ۽ بي انتظامي آهي. اسين انفرادي سطح تي توڙي اجتماعي سطح تي رٿابندي ڪا نہ ڪندا آهيون. ڪڏهن بہ رڪارڊ ڪونہ رکندا آهيون. جنهنڪري اسين هر ڪم ۾ وڏيڪ پئسو، وقت ۽ انساني توانائي ضايع ڪندا آهيون. فضول خرچي بہ اهڙوئي عيب آهي. ٿيڻ تہ ائين گهرجي تہ جيڪڏهن ماڻهو درياهہ جي ڪناري تي بہ گهر اڏي رهي ٿو تہ اتي بہ ضرورت کان وڌيڪ پاڻي استعمال نہ ڪري، پر افسوس تہ اسين ٿر ۾ بہ منرل واٽر سان وهنجڻ وارا خيال رکندڙ ماڻهو آهيون. جيري لاءِ ٻڪري کهندا آهيون. سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏهن ڀلا ڪجهہ نہ ٿو اچي، ۽ سمجهڻ ۽ سکڻ جي ضرورت آهين تہ پوءِ گهربل تربيتن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ونون نہ؟ پر ائين ڪونہ ڪنداسين. سيني نقصانن ۽ خامين جي باوجود ”معتبر ۽ مڙس ماڻهو سڏجڻ“ جو خفت اسان کي هميشہ رهي ٿو. هي اهي خاميون، ڪوتاهيون ۽ ڪمزوريون آهن، جن کي مختلف (Case Studies) جي روشنيءَ ۾ تصديق هيٺ آندو ويو آهي ۽ هاڻ تہ اها خاطري ٿي وئي آهي تہ اسان جي مختلف خرابين جا 90 سيڪڙو ذميوار اسين آهيون.

آخر ۾ مان پنهنجي هن مضمون جي پڇاڙي انهيءَ (Note) سان ڪندس تہ آخر ڪيستائين اسين ٻين سهارن ۽ آسرن جو انتظار ڪنداسين. روزانو ڪيترائي ماڻهو خودڪشيون ڪن ٿا ۽ پوءِ بہ اسانکي اهي اهڃاڻ (Indicaters) جاڳائين ڪونہ ٿا، تہ ان جو مطلب آهي تہ اسان گرڙ پڪيءَ وانگر بک جي شدت ۾ اکيون ٻوٽي، پنهنجا ئي ٻچا کائي رهيا آهيون. بي حسيءَ جي

---

اجو تہ ”نئين سنڌ“ جي تعمير ڪريون

نشي ۾ اهڙا ڪهڙا خمار آهن، جو اسين پنهنجي وجود جون پڪارون نہ ٿا ٻڌي سگهون!؟

اسان جو سماج هاڻ ان ڳالهہ جو متحمل نہ رهيو آهي تہ ٻاهرين فنڊنگ ايجنسين ۽ ڊونرز جو انتظار ڪريون. اسان وٽ ڪو اختر حميد خان، شعيب سلطان خان يا وري ڪو ايڊي الهہ - لوڪُ اچي اسان جي سهائتا ڪري. اسان ڪي تہ اهڙن بيمثال ماڻهن جي تجربن ڪي اڳتي وڌائڻ گهرجي. اسان کي انهن جي ڪيل پورهئي کي اڳتي وڌائڻ گهرجي ۽ اهو ثابت ڪرڻ گهرجي تہ اسان ڪي نهيل نڪيل ۽ رذيل پڪل ڪائڻ سان گڏ انهيءَ ۾ سواد وڌائڻ لاءِ طريقا بہ ايندا آهن.

هيءَ وقت آهي، جو اسين دنيا جي مختلف ترقياتي پروگرامن جو مطالعو ڪريون، انهن جي ڪاميابين ۽ ناڪامين جي روشنيءَ ۾ پنهنجي ترقيءَ جا گس پيدا ڪيون.

دنيا ۾ ڇا وهي ۽ واپري ٿو، اهو معلوم ڪرڻ هاڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونهي. رڳو اخبار پڙهندڙ ماڻهو بہ ايتري معلومات ۽ عقل رکي ٿو تہ تيل جي قيمتن وڌڻ سان فوري طور تي ڪهڙا اثر پيدا ٿيندا. تنهنڪري پاڻ کي اڻ ڄاڻ ۽ بي خبر ڄڻئي، مجبوري ظاهر ڪري، لا تعلقي اختيار نہ ٿي ڪري سگهجي. اسين ساڍا ٽي ڪروڙ سنڌي ماڻهو پنهنجي پنهنجي جاءِ تي سنڌ جي تنزل ۽ بربادي‌ءَ جا هڪجيترا ڏوهاري آهيون. قومن جي مٿان جڏهن اهڙا وقت ۽ مرحلا ايندا آهن تہ قومن کي ڪي سخت فيصلا ڪرڻا پوندا آهن. اسين سرگردانيءَ جو شڪار نہ ٿيندي بہ گهٽ ڪجهہ ڪري سگهون ٿا. انتهائن تي وڃڻ کان پرهيز ڪندي، پرسڪون انداز ۾ پاڻ تي اخلاقي جوابداريون عائد ڪيون ۽ پنهنجي ضمير آڏو جوابده بڻجي وڃون ۽ اهو ڏسڻ چڏي ڏيون تہ باقي ٻيا سنڌي سنڌي پنهنجو فرض ادا ڇو نہ ٿا ڪن؟

جيڪڏهن اسين ساڍا ٽي ڪروڙ سنڌي ماڻهو، روزانو هڪ هڪ روپيو بچايون تہ اسين روزانو ساڍا ٽي ڪروڙ روپيا گڏ ڪري سگهون ٿا. روزانو ساڍا

ني ڪروڙ روپيا گڏ ڪندڙ قوم، سوين اسپتالون، هزارين اسڪول، ڪيترائي روڊ رستا، پاڻي جا تلاءَ، پليون، ڪلورنون ۽ انفرا اسٽرڪچر جون درجنين جي حساب سان رٿائون جوڙي ۽ اڏائي سگهي ٿي. پريس هٽائي اخبارون، رسالا ڇپرائي سگهي ٿي. ڳوٺ ڳوٺ ۾ جديد تعليم پهچائي سگهي ٿي. اسان جي بچت اسان کي هڪ سال ۾ مٿي ڪٽي ايندي.

هاڻ جيڪڏهن ڪير اهو سوال ڪري ته اهو ڪم ڪير ڪندو؟ ته ان لاءِ وارڊ سطح کان، پاڙي سطح، ڳوٺ، شهر، يونين ڪائونسل سطح، تعلقي ۽ ضلعي سطح تائين پنهنجون تنظيمون ناهڻيون پونديون. پاڻ منجهان نيڪ ۽ اشراف ماڻهن کي اڳيان آڻي مختلف ادارن سان لهه وچڙ ۾ اچي، گهڻو ڪجهه سکي سگهجي ٿو. ايئن دنيا جي ڪيترن ئي علائقن ۾ ماڻهن پنهنجي ليکي ڪم ڪيو آهي ۽ اهو ناممڪن ناهي.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسين اڄ جي بي آراميءَ کي برداشت ڪرڻ سکي وڃون نه ته سياڻي ذلتون اسان کي آرام سان مرڻ به ڪونه ڏينديون.

انساني وسيلن جي ترقي ۽ قدرتي وسيلن جي انتظام ۾ بني نوع انسان جو جيڪو به گڏيل ڪردار آهي، ان ۾ اسان جو هڪ سيڪڙو به عمل شامل ڪونهي. انساني ترقيءَ ۾ اسان جو ڪيترو حصو آهي، اهو ضرور جانچڻ گهرجي. موجوده دؤر ۾ ڪنهن ڊجيٽل واچ کان وٺي، ڪنهن لفٽ مشين، ڪرين، بلڊوزر، ڪارپيٽ روڊ، ايئرپورٽ، ائير ڪرافٽ تائين ۽ ويندي ڊسپرين ٽيبليٽ تائين، اسان ماڻهن جو ڪنهن به ايجاد تي ڪو به حق نه آهي. سچ ته اهو آهي ته اسين سڀ جا سڀ دنيا جي ترقيءَ اڳيان شرمسار آهيون پر اها سڀ به اسان کي ڏرتيءَ، دين ۽ هستيءَ سان گڏ مفت ۾ ملي آهي. اچو ته عزم ڪريون ته اڄ کان پوءِ جيڪڏهن ٽشو پيپر به استعمال ڪنداسين ته دنيا جي گڏيل ترقيءَ جو پاڻ کي مقروض سمجهي، قرض لاهڻ لاءِ لڇنداسين ۽ لوچينداسين.

# سنڌ جي موجوده
# اقتصادي صورتحال جو جائزو

اقتصادي يا معاشي واڌارو سماج جي ترقيءَ لاءِ ضروري آهي. ترقيءَ مان مراد اقتصادي يا معاشي ترقي بہ آهي. ترقيءَ جي ذريعي سماج ۾ يا ملڪ ۾ ماڻهن کي سهوليتون ملنديون آهن. ترقيءَ جي وصف ۾ روڊ رستا، پاڻي، صحت، آمدنيءَ جا ذريعا، کاڌ خوراڪ ۽ ٻيون اڻ ڳڻيون شيون اچي وڃن ٿيون. دنيا جي هر ملڪ جي ترقيءَ لاءِ پئسا ۽ ٻيا وسيلا، جن ۾ ذخيرا ۽ موڙي شامل آهن، گهربل ٿيندا آهن. ذخيرن مان مراد ڪوئلو، گئس، تيل ۽ ٻيون معدني شيون آهن. سنڌ صوبو انهن مڙني شين سان مالا مال آهي.

هن وقت پاڪستان نائين پنجسالہ منصوبي هيٺ هلي رهيو آهي ۽ ان ۾ مقرر ڪيل ترقيءَ جي حدن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي. پاڪستان پنهنجا 8 پنجسالہ منصوبا پورا ڪري چڪو آهي. جيڪڏهن گذريل رٿائن جو غور سان مطالعو ڪبو تہ ترقيءَ جا انگ ڪاغذن ۾ تہ تمام سٺا نظر ايندا، پر انهن جي ترقيءَ جي صحيح صورتحال سان پيٽيون تہ نتيجو ٻيو نظر ايندو.

گذريل سمورن سالن ۾ ٿيل سيڙپ ملڪ جي صرف 10 کان 20 سيڪڙو ماڻهن جي تقدير بدلائي سگهي آهي. ايتري وڏيءَ سيڙپ جو ماڻهن مٿان ڪو بہ خاص اثر نظر نٿو اچي. گهٽي پاڳي غريب طبقو ان اثر کان ٻاهر رهجي ويو آهي. سماجي کيترن ۾ ٿيل سيڙپ بہ ڪو اثر نہ ڏيکاريو آهي. چاليهن سالن جي ڳريءَ سيڙپ کان پوءِ بہ پاڪستان دنيا جي 174 ملڪن ۾ مجموعي گهرو پيداوار (GDP) جي حساب سان 100 نمبر تي آهي ۽ انساني ترقيءَ جي لحاظ کان 128 نمبر ملڪ آهي. اها ڳالهہ ڏاڍي ڇرڪائيندڙ آهي.

خواندگيءَ جي شرح تمام گهٽ ۽ آمدنيءَ جي ورهاست بـ انتهائي اڻبرابريءَ واري آهي. انهيءَ گهٽ ترقيءَ ۽ اڻبرابريءَ جا اثر ملڪ جي مڙني صوبن تي پيا آهن. پر سنڌ بـ انهيءَ اثر کان خالي نـ رهي آهي.

سنڌ ملڪ جو ٻيو نمبر وڏو صوبو آهي، جنهن جي پکيڙ هڪ لک 40 هزار، 9 سؤ چورس ڪلوميٽر آهي، 1998ع جي آدمشماريءَ موجب، صوبي جي آبادي ساڍا ٽي ڪروڙ آهي، جنهن مان 51 سيڪڙو ماڻهو ٻهراڙين ۾ ۽ 49 سيڪڙو شهرن ۾ رهن ٿا. سنڌ ۾ 66 هزار ڳوٺ آهن. هتي اها ڳالهہ توجهہ لائق آهي تـ 1901ع ۾ سنڌ جي آبادي فقط 34 لک هئي، جيڪا وڌي هن صديءَ جي آخر تائين ٽن ڪروڙن تي پهتي آهي. آدمشماريءَ جي ايڏي واڌاري صوبي ۾ غربت ۽ کاڌ خوراڪ جا مسئلا پيدا ڪيا آهن.

سنڌ ۾ پڻ دنيا جي ٻين غير ترقي يافتـ ملڪن وانگر ٻٽي يا ٻـ - پاسائين اقتصاديات آهي: هڪ شهري ۽ ٻي ٻهراڙيءَ جي، يا هڪ صنعتي ۽ ٻي زرعي. ڪراچيءَ ۽ ٻين وڏن شهرن جي ماڻهن جو گهڻي ڀاڱي دارومدار نوڪرين، صنعتن ۽ خدمتن تي آهي، ۽ ٻهراڙيءَ جي ماڻهن جو گهڻي ڀاڱي دارومدار زرعي سرگرمين تي آهي. چارٽ نمبر 1 مان ملڪ جي مختلف اقتصادي کيترن ۾ سنڌ جو حصو معلوم ٿئي ٿو.

## چارٽ نمبر 1
## مختلف کيترن ۾ سنڌ جو حصو (سال 1994ع)

| کيتر | شهر | ٻهراڙيون | سنڌ جو مجموعي سيڪڙو |
|---|---|---|---|
| زراعت | 4.3 سيڪڙو | 72.7 سيڪڙو | 42.2 سيڪڙو |
| صنعت | 29.4 سيڪڙو | 9.1 سيڪڙو | 18.2 سيڪڙو |
| نوڪريون / خدمتون | 66.3 سيڪڙو | 18.1 سيڪڙو | 39.2 سيڪڙو |

ذريعو: "سوشل ڊيولپمينٽ ان پاڪستان"، ۽ ايس پي ڊي سي – 1998ع.

سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ننڍين ڪاتيدارن، هارين، مزدورن ۽ ٻين غريب طبقن جو 70 سيڪڙو آباد آهي. سائنسي بنيادن تي ٿيل ڪيترن اڀياس مطابق سنڌ جو 1/3 حصو ماڻهو غربت جي تمام هيٺين ليول تي رهي ٿو. مردن ۾ تعليم جي شرح 30 کان 40 سيڪڙو مس آهي، عورتن ۾ اها شرح وڌ ۾ وڌ 10 سيڪڙو آهي. ڪراچي ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ تعليم جي شرح 48 سيڪڙو ۽ غربت جي شرح 30 کان 40 سيڪڙو آهي.

سنڌ ۾ مجموعي طرح بيروزگاريءَ جي شرح 20 کان 25 سيڪڙي تائين آهي. سماجي ڪيترن ۾ سيڙپ، مجموعي گهرو پيداوار جي 3.6 سيڪڙي کان گهٽجي، سال 1998ع ۾ 2.9 سيڪڙو تي چڪي آهي. هيءَ سيڙپ ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهي. چارٽ نمبر 2 مان اهي انگ اکر واضح ٿين ٿا.

## چارٽ نبر 2

## سماجي ڪيترن ۾ صوبن طرفان مجموعي گهرو پيداوار جي سيڙپ جو سيڪڙو

| سيڙپ [illegible] | سال |
|---|---|
| 1.9 | 1972-73 |
| 2.3 | 1977-78 |
| 2.4 | 1982-83 |
| 3.6 | 1987-88 |
| 3.1 | 1992-93 |
| 3.0 | 1996-97 |
| 2.9 | 1998-99 |

ذريعو: ايس بي ڊي سي - 1997ع ۽ سرڪاري رپورٽون - 1998ع.

## چارٽ نمبر 3
## صوبن جي 97-1996ع سال جي ڪل خرچ مان سماجي ڪيترن ۾ ڪيل خرچ جو حصو.

| | |
|---|---|
| 1- پنجاب | 45 سيڪڙو |
| 2- سنڌ | 33 سيڪڙو |
| 3- سرحد | 44 سيڪڙو |
| 4- بلوچستان | 42 سيڪڙو |

ذريعو: ايس پي ڊي سي ۽ سرڪاري انگ اکر 1997ع - 1998ع

مٿئين چارٽ نمبر 3 ۾ ڪيل پيٽ مان ظاهر آهي تہ سماجي ڪيترن ۾ سنڌ جو خرچ ٻين صوبن جي مقابلي ۾ گهٽ ۾ گهٽ آهي.

1977ع جي مارشل لا کان پوءِ سنڌ کي هڪ تابع يا نابرابريءَ وارو صوبو سمجهي، پنيان ڌڪي ڇڏيو ويو آهي، ترقيءَ جي سڀني ڪيترن يا مدن ۾ ڪيس ٻين صوبن کان وسيلن جو گهٽ حصو مليو آهي. امن امان جي بگڙيل حالتن، لساني جهڳڙن، سياسي ڌماچوڪڙين، حڪومت جي غلط روين، فرقيواريت، ڌاڙن ۽ خونريزين سنڌ جي صورتحال کي وڌيڪ خراب ڪيو. سنڌ جي ماڻهن کي سنڌن صوبي ۾ فيصلن جي حق نہ ڏيڻ ۽ وفاق ۾ فيصلن کان ٻاهر رکڻ واريءَ بد نيتيءَ هن صوبي جي مجموعي حالتن تي خراب اثر ڇڏيو. تنهن سان گڏ. ڪالا باغ ڊئم ناهڻ واريءَ رٿا جي ٻاهري ـ پاڻيءَ جي غير منصفاڻي ورڇ ۽ غلط معاهدي، پنجاب پاران سنڌ جي فصلن لاءِ پاڻيءَ جي روڪ ۽ قومي مالياتي ڪميشن (اين ايف سي) واري غلط معاهدي، سنڌ جي ترقيءَ کي ڪاپاري ڌڪ هنيو آهي.

لاڳل وزير اعظم نواز شريف هڪ چونڊيل آمر هو، جنهن حڪومت ڪرڻ لاءِ جيڪي بادشاهي طريقا استعمال ڪيا، سنڌ انهن جو خاص نشانو بڻي. سنڌ کي پنهنجي نمائنده اسيمبليءَ هوندي، فيصلن جا اختيار نہ هئا. لياقت جتوئي صاحب جي سربراهيءَ ۾ قائم ڪيل سنڌ حڪومت بيحد ڪمزور ثابت ٿي، انهيءَ دور ۾ سنڌ جي ترقيءَ جو سارو ڪاروبار ٺپ ٿي ويو هو. اقتصادي شعبي جي بدنظمي، ناڻي جي غلط ورڇ، سنڌ جي حصي جا فنڊ مهيا نہ ٿيڻ ۽ ڪا بہ اهم ترقياتي رٿا عمل ۾ نہ اچڻ ڪري ترقياتي سرگرميون مڪمل طرح بيهي رهيون هيون. نہ رڳو نيون نوڪريون نہ ڏنيون ويون پر اڳين حڪومتن ۾ رکيل هزارين سنڌي نوجوانن کي تڙي ٻاهر ڪڍيو ويو. زرعي شعبي جي سار ڪانہ لڌي وئي ۽ نہ ڪي صنعتي رٿائون عمل ۾ آيون. نوڪرين ۽ خدمتن جي کيترن کي ويتر گهٽايو ويو. بيروزگاريءَ جي انهيءَ بوسٽ کان تنگ اچي سوين ماڻهن آپگهات ڪيا.

سنڌ جي اقتصاديات ۾ زرعي شعبو بنيادي ڪردار ادا ڪري ٿو. کاڌ-خوراڪ جي ضمانت سان گڏ، هي شعبو 70 سيڪڙو آباديءَ جي گذر سفر جو وسيلو بڻيل آهي. سنڌوءَ تي دنيا جو وڏي ۾ وڏو ۽ هڪ انوکو آبپاشي نظام جڙيل آهي، جنهن تي گڊو، سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن وسيلي 70 لک ايڪڙ زمين آباد ڪري سگهجي ٿي، پر پاڻيءَ جي غلط ورڇ واري معاهدي ۽ پاڻيءَ جي هتراڊو کوٽ جي ڪري صرف 32 لک ايڪڙ ايراضي آباد ٿي رهي آهي. سم ۽ کلر واري گندي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ مناسب انتظام نہ هجڻ ڪري، سنڌ جي 75 سيڪڙو زرعي زمين خراب ٿي چڪي آهي. اها ايراضي سڄي ملڪ جي خراب ٿيندڙ زمين جو 70 سيڪڙو آهي. زمين جي خرابيءَ ۽ گهٽ آباديءَ جي ڪري روزگار ۽ آمدنيءَ جا وسيلا محدود ٿي ويا آهن. (سرڪاري انگ اکر)

ٻئي طرف زرعي پيداوار جو مقدار گهٽجي رهيو آهي. ڦٽين، ڪمنڊ، سارين، ڪڻڪ ۽ تيلي ٻج جهڙا ڳرا ۽ ناڻي وارا فصل (cash crops) انب، ڪيلي، زيتون ۽ کجور جهڙا اهم ميواتي فصل، هر قسم جون ڀاڄيون ۽ ٻيون

حسسون. جنهن کي خوراڪ ساں گڏ ملڪ لاءِ ساٿي جو گهڻو حصو ڪمائيں ٿيون، سي سڀ هاڻي مٽي ٻڌايل سببن جي ڪري پوئتي پئجي رهيون آهن.

ٻئي طرف، آبادگارن کي فصلن جو صحيح اگهه نٿو ملي. اپياسن مطابق، سنڌ جا 80 سيڪڙو هاري، زميندارن جا قرضي آهن. اهي 80 سيڪڙو هاري، 92 سيڪڙي تائين پنهنجين ضرورتن لاءِ زميندارن کان وقت بوقت قرض کڻندا رهن ٿا. هر ڪو هاري خاندان 20 هزارن کان هڪ لک تائين زميندار جو قرضي آهي. هارين کي جيتمار دوائون، ٻج، ياڻ ۽ ٻيون سڀ سهوليتون وياج تي ملن ٿيون. ٻج، ياڻ ۽ دوائن جي وڏين قيمتن ۽ ٻين زرعي ضرورتن جي وڌيل خرچ جي ڀيٽ ۾، فصلن جا اگهه تمام گهٽ ٿا ملن. نتيجي طور، ننڍو آبادگار ۽ هاري لڳاتار پيڙبو رهي ٿو.

نواز شريف جي حڪومت جي ڏنل پاليسين جي ڪري ڦٽين جي قيمت وارو گهوٽالو پيدا ٿي پيو ۽ گذريل سال (2000-1999) ڪپهه جي قيمت لهي اچي 500 روپيا مڻ تي بيٺي. نواز شريف، ملڪ جي آبادگارن کي ڏيوالي ۾ وجهي، پنجاب ۾ ڪپهه جي ڪارخانن لاءِ هندستان ۽ ٻين ملڪن مان ڦٽيون گهرايون، جنهن جو نتيجو اڄ سنڌ ڀوڳي رهي آهي. ساڳيو حال سارين جي اگهه سان ٿيو آهي. انهن زرعي پاليسين جا اڳتي اجا به وڌيڪ اگرا نتيجا نڪرندا.

غلط ۽ جانبدار پاڻيءَ واريءَ پاليسيءَ هيٺ، ايندڙ ڪتيءَ ۾ سنڌ کي پاڻي 25 سيڪڙو گهٽ ملندو ۽ هلندڙ سال 40 سيڪڙو پاڻي گهٽ ملندو. جنهن جو اثر ايندڙ خريف تي به پوندو.

گذريل ويهارو سالن کان آباد ٿيندڙ سنڌ جي زمين ۾ پيداوار گهٽجڻ سان، زراعت هيٺ زمين به گهٽجي پيئي.

1980ع کان پنجاب جي مجموعي زرعي زمين ۾ 83. 9 سيڪڙو واڌ ٿي آهي. اهڙي نموني صوبي سرحد ۽ بلوچستان ۾، ترتيبوار، 01. 5 ۽ 56. 7 سيڪڙو زمين ۾ واڌ آئي آهي، پر سنڌ ۾ 31. 2 سيڪڙو لاٿ آئي آهي.

وري آبپاشي نظام جي لحاظ کان ڏسبو تہ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾، ترتيبوار، 82، 15 سيڪڙو، 14، 13 سيڪڙو ۽ 43، 22 سيڪڙو زمين ۾ واڌ آئي آهي. پر سنڌ ۾ انهيءَ حساب سان، 1980ع کان 1998ع تائين 20، 10 سيڪڙو گهٽتائي آئي آهي. ڪپهہ، چانورن، دالين، جوَن ۽ چڻن واريءَ پوک لائق زمين ۾ وڏيڪ گهٽتائي آئي آهي.*

* (عامر ڪبير، روزانہ ڊان، مارچ 1999ع)

سنڌ جي زراعت ۾ سم ۽ ڪلر جو مسئلو انتهائي خراب حد تائين پهچي چڪو آهي ۽ جيئن پوءِ تيئن اهو وڏيڪ ڳنڀير ٿي رهيو آهي.

سنڌ ۾ اها صورتحال ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ تشويشناڪ آهي. ڇاڪاڻ تہ هيءُ علائقو سنڌو درياءَ جي ڇيڙيءَ ۾ آهي. درياءَ، لٽ سان گڏ، لوڻ جا سراسري طرح 8 ڪروڙ ٽن بہ پاڻ سان ڪٽي ايندو آهي، جنهن جو زمينن تي خراب اثر لڳاتار پوندو رهي ٿو.

سم ۽ ڪلر جي وڌندڙ مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ سنڌ سرڪار گذريل ڪجهہ سالن کان ٽي وڏا منصوبا عمل ۾ آندا، جن ۾ "اسڪارپ" جو ٽيوب ويل منصوبو، دريا جي کاٻي ڪپ لاءِ ليفٽ بئنڪ آئوٽ فال ڊرين (ايل بي او ڊي) وارو منصوبو ۽ درياءَ جي ساڄي ڪپ لاءِ رائيٽ بئنڪ آئوٽ فال ڊرين (آر بي او ڊي) وارو منصوبو شامل آهن. پر انهن ٽنهي منصوبن بہ گهربل نتيجا حاصل نہ ڪيا آهن. "اسڪارپ" جا ٽيوب ويل آهستي آهستي خراب ٿي ويا ۽ هن مهل تائين هزارن مان مس ڪي چند ڪم ڪري رهيا آهن. جيڪي بہ سموريءَ ايراضيءَ لاءِ بي اثر آهن. ايل بي او ڊي واري منصوبي نوابشاهہ، سانگهڙ ۽ ميرپورخاص ضلعن جي ڪجهہ زمين کي فائدو ضرور ڏنو آهي. وڏي نالي (Spinal Drain) ۽ ننڍين برانچ نالين ذريعي سم جي ڪني پاڻيءَ جو نيڪال ٿيو آهي، پر بدين کان ٽائيڊل لنڪ جي صورتحال وري بگڙي پيئي، ٽائيڊل لنڪ ذريعي سم جو سڄو ڪنو پاڻي سمنڊ ڏانهن وهي ٿو. ان لنڪ جا ڪنارا ڍهندا پيا وڃن. مقامي ماڻهن مطابق، ان لنڪ جو وهڪرو سلوپ ۾ آهي،

انهيءَ ڪري سمنڊ جو پاڻي ڇوويهن ڪلاڪن ۾ ڪافي دير اندر واپس وهي ٿو. هن منصوبي جي نهڻ وقت مقامي ماڻهن جي خيالن کي ڪافي حد تائين نظر انداز ڪيو ويو. اهڙا ٽي نقص ساڃي ڪپ واري منصوبي، آر بي او ڊي، ۾ به آهن.

سنڌ جي ڪنهن به حڪومت ڪا چڱي پاليسي نه جوڙي ۽ ڪو قطعي حل نه ڪڍيو ته سم جي پاڻيءَ جو نيڪال ڪيڏانهن ۽ ڪيئن ٿئي. سم جي ڪني پاڻيءَ سان، صنعتن جو گندو پاڻي ۽ وري بلوچستان مان ايندڙ ڪنو پاڻي به گڏجي وهڻ لڳو آهي. ان لاءِ پهرين رٿا هيءَ ٿي ته پاڻي منڇر ڍنڍ ۾ ڇڏجي، پوءِ اهو رايو جڙيو ته اهو پاڻي سيوهڻ کان سنڌوءَ ۾ ڇڏجي. وري سنڌ چيمبر آف ائگريڪلچر، آبادگار بورڊ ۽ سنڌ جي ڪن ماهرن مشورو ڏنو ته پاڻي درياءَ ۾ ڇڏڻ بجاءِ اهڙي ڪا رٿا ڪجي، جو اهو جبلن ۾ وهائجي، پر ڪو به فيصلو ٿي نه سگهيو آهي. ان گندي پاڻيءَ جي ڪري منڇر تي آباد ٿيندڙ زمينون خراب ۽ غير آباد ٿي چڪيون آهن. ميربحر، جن جي زندگيءَ جو دارو مدار منڇر تي آهي، روزگار کان محروم ٿي ويا آهن. مڇيءَ جو نسل تباهه ٿي رهيو آهي ۽ پکي جيڪي اڳي جهجهي انداز ۾ ايندا هئا، تن اچڻ ڇڏي ڏنو آهي. پاڻيءَ م زهر پرجي ويو آهي. منڇر تي جيڪي ملاحن جا 25 هزار ڪٽنب آباد هئا، تن مان ڏهاڪو هزار لڏي ٻين هنڌن ڏانهن هليا ويا آهن. ان کي "اقتصادي ۽ آلودگيءَ واري لڏ پلاڻ" جو نالو ڏنو ويو آهي.

منڇر ڍنڍ سيوهڻ ضلعي جي هڪ لک کان وڌيڪ زرعي زمين آباد ڪري ٿي، پر گذريل ڪيترن سالن کان، پاڻي نه هجڻ ڪري اها ايراضي گهٽجندي رهي ٿي. گذريل چند سالن کان درياءَ جي نه وهڻ ڪري منڇر پرجي نه سگهي ۽ فصلن کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. هڪ تخميني موجب، ان طرح، 8 کان 10 ڪروڙ روپين جو ساليانو نقصان ٿي رهيو آهي.

(تحقيق: عارب ملاح، اعجازقريشي، نصير سارنگ ۽ امام علي ڏيٿو)

## چارٽ نمبر 4
## پوکيل ايراضيءَ ۾ تبديلي، سيڪڙي ۾.

| جنس | پنجاب | سنڌ | سرحد | بلوچستان | چارئي صوبا |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | + 11.29 | - 12.09 | + 3.66 | + 57.84 | + 10.31 |
| ڪپهه | + 32.00 | - 3.90 | - 36.32 | + 14.12 | + 21.72 |
| ڪمند | - 6.88 | + 59.65 | + 10.39 | + 16.80 | + 6.03 |
| چانور | + 12.51 | - 10.89 | + 0.36 | + 18.00 | + 5.98 |
| دليا وغيره | + 5.88 | - 4.80 | + 4.19 | + 30.09 | + 4.60 |
| داليون | + 21.33 | - 19.54 | + 38.37 | + 130.78 | + 13.34 |
| ڀاڄيون | + 63.09 | + 11.76 | + 20.59 | + 88.24 | + 46.87 |
| ميوا | + 27.69 | + 21.97 | + 34.71 | + 59.5 | + 34.12 |
| پٽاٽا | + 68.35 | - 25.87 | - 11.94 | + 29.14 | + 44.79 |

ذريعو: پاڪستان سرڪار جا مختلف انگ اکر اسلام آباد. ۽ عامر ڪبير، زرعي انگ اکر، روزانہ ڊان، مارچ 1999ع

گذريل هڪ - ٻن سالن کان پاڪستان سرڪار ورلڊ بئنڪ کان سمر ۽ ڪلر جي منصوبي، (نئشنل ڊرينيج پروجيڪٽ) (NDP) لاءِ مالي سهائتا ورتي آهي، جنهن جو اطلاق سيني صوبن سان ٿيندو. اهو منصوبو 33 ارب روپين جو آهي. سنڌ سرڪار جو ان منصوبي تي ڪو بہ خاص ڌيان ڪونهي، البت پنجاب ۽ ٻيا صوبا ان تي عمل ڪري رهيا آهن.

چوٽياري ڊئم، جيڪو ضلعي سانگهڙ ۾ ايل بي او ڊي واريءَ رٿا هيٺ ٺهيو پئي ۽ جنهن تي ڪروڙين روپيا خرچ ٿي چڪا آهن. تنهن جو ڪو بہ حساب ڪتاب موجود ڪونهي، ورلڊ بئنڪ، جنهن انهيءَ رٿا لاءِ رقم ڏني پئي، سا پنهنجو هٿ ڪڍي وئي آهي. سعودي فنڊ جو بہ اهو ئي حال آهي.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، سڄيءَ دنيا وانگر، ملڪي ترقيءَ جون پنج – سالہ رٿائون تيار ٿينديون رهيون ۽ اهو سلسلو اڃا جاري آهي. هن وقت پاڪستان ۾ ترقيءَ جو نائون پنج – سالہ منصوبو هلي رهيو آهي. هر منصوبي ۾ ايندڙ پنجن سالن لاءِ ترقيءَ جي هڪ شرح مقرر ٿيندي آهي. جنهن موجب خرچ جي مناسبت سان ترقياتي ڪمن جون حدون مقرر ڪيون وينديون آهن. اها شرح، سيڪٽر جي حساب سان، هر هڪ ڪيتر لاءِ مقرر ٿيندي آهي. هر ڪيتر جي ساليانی شرح جوڙي، پنجن سالن جي مجموعي شرح ٻڌبي آهي. پئسي جي صحيح استعمال ۽ انتظام جي صحيح ترتيب جي حالت ۾ ترقيءَ جي مقرر شرح حاصل ڪري سگهبي آهي. پر بدانتظاميءَ ۽ بدعنوانيءَ جي حالت ۾، پئسو رشوتن، ڪميشنن ۽ اڻنگن خرچن ۾ هليو ويندو آهي ۽ ترقيءَ جي گهربل شرح حاصل نہ ٿي سگهندي آهي. ڪن حالتن ۾ قدرتي آفتون بہ منصوبي تي اثر انداز ٿينديون آهن. پر دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ صحيح سيڪٽر، مڪمل محنت ۽ وقتي رڪاوٽن جي مناسب تدارڪ سان گهربل شرح حاصل ٿي ويندي آهي.

پاڪستان ۾ ترقياتي منصوبن کي توڙ تائين پهچائڻ واري ڪم ۾ رواجي طور بہ رنڊڪون اڏو ايندڙيون رهن ٿيون، پر سنڌ تي ان صورتحال جو گهڻو وڌيڪ اثر پيو آهي. سنڌ جي ضرورتن جي صحيح ڪٽ ڪرڻ بنان، منصوبا غلط جوڙيا وڃن ٿا. جن شين کي حاصل ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي، ان جي بدران رٿا ٻين شين لاءِ تيار ڪيل هوندي آهي. سنڌ جي

مڪاني حڪمرانن ۾ وڏو حصو جاگيردارن ۽ وڏن زميندارن جو هوندو آهي، باقي ٻيا بہ اڪثر جاگيرداري ذهنيت رکندڙ هوندا آهن. هتي جو ڪامورو بہ انهن جو ساٿي آهي. ان سبب پڻ سنڌ جون ترقياتي رٿائون غلط رخ اختيار ڪن ٿيون. ڪٿي ضرورت هوندي آهي واٽر سپلاءِ يا ڊرينيج سسٽم جي تہ ملندا آهن ٽيليفون جا ٿنڀا. جي ضرورت هوندي آهي بجليءَ ۽ رستن جي، تہ نهندي آهي پاڇي مارڪيٽ جي بلڊنگ. هر ڪو ايم پي اي يا سندس ووٽر وڏيرو پنهنجي پنهنجي ڳوٺ ۾ بہ ٽي اسڪول بلڊنگون ترقياتي منصوبن ۾ داخل ڪرائيندو آهي تہ جيئن اهي سندن اوطاقون، واڙا ۽ گدام بنجن. جتي پڙهائيءَ لاءِ ٻار آهن اتي اسڪول ناهي، جتي اسڪول آهي اتي ماستر ناهي. جتي ماستر آهي اتي فرنيچر ناهي، جتي سڀ ڪجهہ آهي اتي پڙهائي ناهي. هر ڪنهن اڏاوت ۽ خريداريءَ ۾ ڪامورن جي ڪميشن هوندي آهي. هن وقت سنڌوءَ تي وڏيڪ پلين جي ضرورت آهي، پر ان لاءِ ڪا بہ رٿا ڪانهي. سيوهڻ بئراج ۽ ريٽي ڪئنال جون رٿائون هلندي هلندي ختم ڪيون ويون آهن. سم - واهن جي صفائي نٿي ٿئي، ڪوٽڙي سرفيس ڊرين جي حالت اڄ چوڻ کان بدتر آهي. سنڌ کي موٽر وي جي ضرورت ناهي، پر رٿا زوريءَ مڙهي پئي وڃي. نئشنل هاءِ وي جي حالت تمام خراب آهي، هر هنڌ ڀڳو ڀريو پيو آهي. ساڳي حالت انڊس هاءِ وي ۽ سنڌ جي ٻين ننڍن وڏن رستن جي آهي. نئشنل هاءِ وي جيڪو سکر تائين ٻٽو ڪري ناهيو پئي ويو، ان جو ڪم اڌ ۾ روڪيل آهي. پي پي حڪومت ان تي ڪجهہ ڪم ڪرايو، پر نواز حڪومت ان کي مڪمل ٺپ ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح، سنڌ جا ڪيترائي ننڍا وڏا منصوبا اڌ ۾ رولڙي جو شڪار ٿيا پيا آهن. زرعي ترقيءَ لاءِ کيتن ۽ فارمن کان مارڪيٽن تائين رستن جا الاهي منصوبا رٿيل آهن، پر اهي مڪمل نہ ٿيا آهن. ٻين ڪيترن ڪيترن ۾ بہ ڪم اڌ ۾ ڇڏيل

آهن. سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچيءَ ۾ ڪيترائي منصوبا اڌ ۾ رهيل آهن، جن ۾ پاڻيءَ ۽ ڪراچي ماس ٽرانزٽ جا منصوبا اهم آهن.

سنڌ ۾ ڪوئلي جي بهترين ڪوالٽيءَ جا اٿميا ذخيرا موجود آهن. پي پي حڪومت انهن ذريعي بجلي گهر قائم ڪرڻ پئي چاهيا. پر پوءِ واريءَ حڪومت ان ڏس ۾ ٿيل معاهدن کي ختم ڪري ڇڏيو.

غلط رٿابنديءَ جي ڪري ڪيترن اسڪولن، ڪاليجن، اسپتالن ۽ ٻين عام فائدي وارين جاين جي ضروري مرمت ۽ سنڀال نہ پئي ٿئي، جنهنڪري اهي ڪرڻ جي حالت ۾ آهن.

سنڌ جي ماڻهن پاڻيءَ بابت ٿيندڙ ناحق تي لڳاتار احتجاج پئي ڪيو آهي، پر سنڌن آواز کي هر ڀيري نظر انداز ڪيو ويو آهي.

سنڌ، پنهنجن وسيلن پٽاندر، بچت وارو صوبو آهي. پر مارشل لائن ۽ غير نمائنده حڪومتن ان کي قرضي صوبو بنائي ڇڏيو آهي. خاص طور تي 1990ع کان، جڏهن کان ڄام صادق عليءَ جي حڪومت ٿي، هي صوبو قرضن ۾ گهيريو ويو آهي. گذريل ڪيترن سالن کان سنڌ کي پنهنجي ناڻي جو جائز حصو نہ مليو آهي. هن مهل تائين جيڪي ناڻي جا ناهہ ( اين ايف سي ايوارڊ ) ٿيا آهن، سي سڀ سنڌ جي خلاف رهيا آهن. دريا، سمنڊ، تيل ،گئس، ڪوئلو، گرئنائيٽ، چن، چائنا ڪلي، دستڪاريءَ جا هنر، سياحتي هنڌ، ساموندي محصول ۽ ٻيا ٽئڪس – ايترن سارن وسيلن واريءَ سنڌ کي هٿ وٺي ڏتڙيل حالت ۾ آندو ويو. اين ايف سي اوارڊ هيٺ، انهن سڀني شين جو تخمينو لڳائي، رقمن جي ورڇ ڪئي ويندي آهي. اها ڳالهہ سڀني صوبن سان لاڳو ٿيندي آهي ۽ هرڪو صوبو پنهنجن پنهنجن وسيلن مطابق رائلٽي ۽ ٻيا فائدا حاصل ڪندو آهي.وسيلن جي لحاظ کان سنڌ هر طرح وڏيڪ امير آهي. ڄام صادق عليءَ جي حڪومت غير ترقياتي پاسن تي شاهاڻا خرچ ڪيا. اها سيڙپ اقتصادي واڌاري واري نہ هئي. پوءِ جيڪي بہ حڪومتون آيون، تن بہ ترقياتي

ڪمن تي ڪا خاص سيڙپ نہ ڪئي ۽ دل کولي ذاتي خرچ ڪيا. پي پيءَ جي پنهي حڪومتن بہ ترقيءَ جي منصوبن کي صحيح معنيٰ ۾ عمل ۾ نہ آندو. لياقت علي خان جتوئيءَ جي حڪومت تہ سنڌ جي ترقيءَ کي پنجو ڏيئي ڇڏيو. سندس حڪومت وٽ ڪا بہ سوچ سمجهہ، ڪا بہ وسيع نظري نہ هئي. فيصلا سڀ اسلام آباد ۾ ٿيندا هئا. سنڌ جي شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ امن امان جي صورتحال سمورو وقت بگڙيل رهي.

گذريل سال ۾ سنڌ سرڪار اسٽيٽ بئنڪ کان 11 ارب روپيا قرض ڪنيو. واپڊا پنهنجن بلن جي پورائيءَ لاءِ اڳواٽ 7 ارب روپيا ڪٽي ورتا، جڏهن تہ ايترو بل هو ئي ڪونہ. سنڌ جي هڪ اڳوڻي گورنر، ليفٽيننيٽ جنرل معين الدين حيدر، 3-مئي 1999ع تي، بين الصوبائي رابطي ڪميٽيءَ ۾، حڪومت آڏو اهي سڀ ڳالهيون رکيون ۽ خاص طور تي اهو ٻڌايو تہ قومي مالياتي ڪميشن طرفان سنڌ کي 9 ارب روپيا پنهنجي حصي کان گهٽ مليا.

جڏهن سيد غوث علي شاهہ وزير اعظم نواز شريف جو سنڌ لاءِ صلاحڪار ٿي آيو تہ هن صاحب سال 2000-1999ع جي بجيٽ، اسيمبليءَ کان ٻاهر، پريس ڪانفرنس وسيلي پڌري ڪئي. اهو طريقو جمهوريت، وفاق جي اصولن ۽ صوبائي خود مختياريءَ جي خلاف هو. شاهہ صاحب ٻڌايو تہ ملڪ جي آئين جا آرٽيڪل 120 ۽ 121 کان 125 تائين، هڪ صدارتي حڪم ذريعي آئين ۾ ترميم ڪري، معطل ڪيا ويا آهن تہ جيئن کيس اهو حق ملي تہ هو اسيمبليءَ بنا پريس وسيلي بجيٽ پيش ڪري سگهي.

گذريل ٻن سالن ۾ سنڌ کي واعدي جي خلاف 25 ارب روپيا گهٽ ڏنا ويا. شاهہ صاحب جي پيش ڪيل سنڌ بجيٽ ۽ وفاقي بجيٽ جي ڪتابن موجب سنڌ سان 2. 35 ارب روپين جو واعدو ڪيل هو، جيڪو وفاقي محصولن تي ٻڌل هو. قومي مالياتي ڪميشن جي حساب سان اهو 54 ارب روپين جو ڪيل هو. انهيءَ حساب سان، سنڌ کي 3. 19 ارب روپين جو اينڊڙ ٻن وڌيڪ سالن

تائين نقصان ٿيندو. ڇيو وجي ٿو تہ هي سيڪجهہ محصول جي گهٽ حاصلات ڪرڻ ڪري ٿئي ٿو. سنڌ کي اجا پورٽ قاسم، ڪراچي پورٽ ۽ بين ڪيٽرن وسيلن جي رائلٽي صحيح نموني نہ پئي ملي. وفاق پاران رقمن جي ادائگيءَ ۾ سرد مهريءَ جو اهو حال هو. جو سنڌ سرڪار پنهنجن ملازمن جا پگهار مشڪل سان پورا ڪري رهي هئي.

تعمير سنڌ پروگرام هيٺ 1994ع، 1995ع ۽ 1996ع ۾ سنڌ کي 500 ملين روپيا ترقياتي ڪمن لاءِ ملڻا ٿيا هئا. انهن جو مقدار اڳتي هلي، سال 98-1997ع ۽ 99-1998ع ۾، وڌائڻ بدران گهٽائي، ترتيبوار 200 ۽ 100 ملين ڪيو ويو. گذريل سالن ۾ مڪاني ادارن لاءِ ڪو خاص پئسو رکيل نہ هو. ملندڙ رقمن مان مڪاني ادارا پنهنجيون گهرجون پوريون نہ پئي ڪري سگهيا. پگهارن سميت، ساڍن ڏهن اربن جي ضرورت هئي، پر سرڪار کين صرف ساڍا ڇهہ ارب ڏيڻا ڪيا. مڪاني ادارن کي باقي 4 ارب روپيا ڪٽان هٿ ڪرڻا هئا. ساڳئي وقت، نواز حڪومت هڪ ئي ڌڪ سان ضلعي ۽ آڪٽراءِ محصول ختم ڪري ڇڏيا. سنڌ جي ڪل ترقياتي خرچ جي مد ۾، جنهن ۾ ٻاهرين ملڪن جي امداد ۽ تعمير سنڌ جا فنڊ بہ شامل آهن. سال 95-1994ع ۽ 96-1995ع لاءِ، ترتيبوار، 1200 ۽ 1300 ملين روپيا رکيل هئا. جن کي وڌائڻ بدران گهٽائي، سال 99-1998ع ۾ 8700 ملين روپيا ڪيا ويا ۽ سال 2000-1999ع ۾ اهو ترقياتي خرچ اڃا بہ گهٽائي 7500 ملين روپيا ڪيو ويو.

ان جي معنيٰ هيءَ ٿي تہ گذريل پنجن سالن ۾، وڌائڻ بدران، اصل گهربل خرچ کي گهٽائي اڌ تي آندو ويو. اصول هي آهي تہ آدمشماريءَ جي واڌ مطابق ترقيءَ جي وسيلن کي وڌايو وڃي ۽ اڳيورن منصوبن کي مڪمل ڪرڻ لاءِ اڳهن جي واڌ مطابق ترقياتي بجيٽ کي وڌايو وڃي. ساڳيءَ ريت، نوڪرين ۽ خدمتن پيدا ڪرڻ لاءِ غير ترقياتي خرچن جي گنجائش بہ وڌائڻ ضروري آهي، پر ائين ڪونہ ٿو ٿئي. سنڌ صوبي ۾ ڌارين ماڻهن جي وڌندڙ آباديءَ ۽ ملڪ جي

بين صوبن مان ايندڙ ماڻهن جي روڪ تي ۽ انهن تي ٿيندڙ خرچ جي واڌ تي ڪو به ڌيان نٿو ڏنو وڃي. صوبي تي ان سلسلي جو اقتصادي بار وڌي ويو آهي. موجوده حڪومت اقتصادي ميدان ۾ اڃا ڪو خاطر خواهه نتيجو نه ڏئي سگهي آهي. نه ڪي وڏا منصوبا ۽ نه وري ڪا وڏي سيڙپ نظر پئي اچي. وڃان ٿي ماڻهن جي نوڪرين مان ڪڍڻ جو ڌمڪيون پيون ملن.

انهن مڙني معاملن جي ڪري، سنڌ صوبو يتيميءَ جي حالت ۾ گذاري رهيو آهي. موجوده وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن کي کپي ته ماڻهن جي سڀني طبقن جي گهرجن کي نظر ۾ رکندي، وسيلن جي صحيح ورڇ ڪري ته جيئن سڀ ماڻهو ملڪ ۽ صوبي جي ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿين.

---

*هن مضمون ۾ ڏنل انگ اکر سنڌ حڪومت جي مختلف بجيٽن، ساليانن ترقياتي پروگرامن ۽ ٻين ڪتابن تان ورتل آهن.*

# سنڌ ۾ تعليم جي صورتحال جو جائزو:

سنڌ ۾ جتي ٻين ادارن جي بربادي ٿي آهي، اتي تعليم وارو شعبو به تباهيءَ جي ڪناري تي پهچي چڪو آهي. پرائمريءَ کان وٺندي هاءِ اسڪولن ۽ يونيورسٽيءَ تائين تعليمي معيار زيرو تي اچي پهتو آهي. شاگرد پڙهڻ نه ٿا چاهين ۽ استاد وري پڙهائڻ نه ٿا چاهين. جڏهن ته والدين به پڙهندڙن ۽ پاڙهيندڙن تي نظر نه ٿا رکن. نتيجو اهو نڪتو آهي ته پرائمري پاس شاگرد کي ٻڪي جو ڪوڙو نه ٿو اچي، مئٽرڪ پاس شاگرد کي اها خبر ناهي ته پاڪستان ڪڏهن نهيو؟ ۽ هڪ ڪلو گرام ۾ گرام ڪيترا؟! گرئجوئيٽ انجينئر کي خبر ناهي ته هڪ فوٽ ۾ انچ ڪيترا يا هڪ ميٽر ۾ سينٽي ميٽر ڪيترا؟! ايم بي بي ايس پاس شاگرد کي لفظ Syrup جي معنيٰ جي خبر ناهي.

تعليمي ادارن جي تباهي ڇو ٿي؟ تعليم جي تباهيءَ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟ ۽ تعليم جي تباهيءَ جو ڪنهن کي ذميوار سڏي سگهجي ٿو؟ وارا سوال حل ڪرڻ کان پهريان ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته تعليم کي هاڻي بهتر ڪيئن ٿو بڻائي سگهجي يا تباهه ٿيل تعليم کي زنده ۽ صحتمند رکڻ لاءِ ڇا ڪجي؟ ان لحاظ کان به ڏٺو وڃي ٿو ته سنڌ ۾ هن وقت تائين ڪنهن هڪ ڌر به تعليم جي تباهيءَ جو سنجيده نوٽيس ناهي ورتو. نه شاگردن، نه استادن، وٺندي استاد تنظيمن کان وٺي ادارن جي سربراهن ۽ نه ئي حڪومتي سطح تي ان معاملي تي وڏي ڪا ڳڻتي ظاهرڪئي وئي ته بيمار ٿيل تعليم کي ڪيئن صحتمند بنائجي. جتي شاگردن ۽ استادن تعليم جي ٻيڙي ٻوڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي اتي آءٌ چوندس ته ان ۾ شاگردن ۽ استادن کان وڌيڪ ڏوهه ادارن جي سربراهن جو آهي. اداري جو سربراه جيڪڏهن پاڻ ڍرو (Loose) هوندو ته يقينن ان جا ماتحت استاد وري ان کان به وڌيڪ سست ٿيندا. نتيجو اهو وڃي

نڪرندو تہ ڪو هيڊ ماستر يا پرنسپال بہ ڏينهن موڪل تي هليو ته وجي تہ ان ئي ڏينهن اڌ ڪان وڌيڪ استاد بہ موڪل تي هليا ٿا وڃن. اداري جو سربراهہ پنهنجي آفيس ۾ سڄو ڏينهن اخبارون پڙهندي ۽ ڪچهريءَ ۾ گذاري ٿو تہ استاد وري پنهنجي ڪامن روم ۾ ڪچهري ڪندي ۽ چانهہ ڪوپ سان دل وندرائيندي ڏينهن پاس ڪن ٿا. ساڳيءَ ريت شاگرد بہ اهڙيءَ صورتحال جو فائدو وٺندي ڪلاس روم ۾ نہ ٿا اچن. چند شاگرد جڏهن استاد کي ڪلاس وٺڻ لاءِ چون ٿا تہ کين موٽ ۾ اهي جملا ٻڌڻ ۾ اچن ٿا تہ "گهٽ ۾ گهٽ اڌ شاگرد تہ وٺي اچو. پنجن يا ڏهن شاگردن کي پڙهائي ڇاکپو؟" حاصل مطلب تہ سيني تعليمي ادارن ۾ تعليمي معيار نالي ماتر وڃي بچيو آهي. جيڪڏهن اهڙيءَ صورتحال تي نظر وجهون ٿا تہ مسئلي جي تهہ تائين وڃڻو پوي ٿو ۽ پوءِ نظر اهو ٿو اچي تہ اسان وٽ سسٽم ئي خراب آهي. پرائمريءَ کان وٺندي يونيورسٽي سطح تائين جيڪو تعليم جي حوالي سان سسٽم جڙيل آهي، اهو ئي غلط ۽ ناڪاره آهي. ظاهر آهي جيڪڏهن سسٽم ئي خراب هوندو تہ ان جا نتيجا بہ خراب ئي نڪرندا. ان ڪري پاڻ پرائمري، هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي تعليمي ماحول جو الڳ الڳ جائزو وٺندا سين تہ جيئن هر تعليمي اداري بابت صحيح ۽ چٽي حقيقت سامهون اچي سگهي.

## پرائمري تعليم:

پرائمريءَ تعليم ٻار لاءِ ڪنهن عمارت جي بنياد جي حيثيت رکي ٿي. جيترو بنياد مضبوط هوندو، اوترو ئي عمارت مضبوط جڙي سگهندي، پر اسانجي بدقسمتي اها آهي تہ اسان وٽ تعليم جي بيڙي بنياد کان ئي ٻوڙي وئي آهي. 70ع واري ڏهاڪي تائين سنڌ ۾ تعليم جو معيار بهتر چئي سگهجي ٿو. پر اڳتي هلي 1970ع واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ وارن سالن کان هن وقت تائين مختلف سياسي حڪومتن ۾ جهڙيءَ ريت پرائمري استادن جي

اڪيون بوٽي پوري ڪئي وئي. ان جو نتيجو اهو نڪتو ته سنڌ ۾ پرائمري تعليم
چِٽ ئي ختم ٿي وئي. سياسي حڪومتن جي ڏهه سال حڪومتي دؤر ۾ جهڙيءَ
ريت تعليم جي هٿ وٺي پيسڪ ڪئي وئي ان جو مثال آءٌ سمجهان ٿو ته تاريخ
۾ ملڻ مشڪل آهي. جاڻايل حڪومتن ۾ حالت اها هئي ته شاگرد پنج درجا
پاس ڪيا يا پنجين ڪلاس جو سرٽيفڪيٽ به هٿرادو نهرائي ورتو ته ان آڌار
تي مڊل پاس جو سرٽيفڪيٽ به ملي ويو! مئٽرڪ جي امتحان ۾ ڪنهن بئي
اميدوار کي ويهاري مئٽرڪ به پاس ڪرائي وئي. شاگرد وجي پاسو ڏنو ته جي
وڏيري يا علائقي جي ايم پي اي ۽ ايم اين اي جو ۽ همراهه پرائمري استاد ٿي
ويو!! مون کي ته اهڙا پرائمري استاد به سڃاڻن جن پنج درجا پڙهي وڃي
ٻڪريون چاريون. قدرت الله جي. سياسي دور مونٽي آيو. پ پ ۽ مسلم
ليگين جي حڪومتن اچڻ سان همراهه سوچيو ته چو نه مئٽرڪ ڪجي. تعليم جي
آڙيڪاپ ماهرن ڪيس مشورا ڏني مئٽرڪ پاس ڪرائي ۽ پئسن عيوض ڪيس
نوڪري به ملي وئي. اڄ به اهي استاد چڱيءَ طرح اخبار به نه ٿا پڙهي سگهن.
جنهن استاد کي ئي سنڌي الفابيٽ نه ايندي ته هو شاگردن کي ڇا پڙهائيندو؟!

مٿان وري جمهوري حڪومتن جي وڏيڪ مهرباني اها به ٿي ته هنن
صرف پنهنجن ووٽرن تي واڌو مهربانيون ڪنديِ ووٽ جي آسري ڪيس ڏڙاڏڙ ۽
خاص طور تي تعليم کاتي ۾ نوڪريون ڏنيون. ۽ پوءِ نتيجو اهو نڪتو ته
ڪنهن اسڪول ۾ 25 شاگردن لاءِ پنج استاد پهچي وياته ڪنهن اسڪول ۾
ڪمرا ٽي ته استاد ست!

سنڌيءَ جي ان مشهور پهاڪي ته "ڪهڙيس زالين گهر نه هلي ۽ گهڻيس
مرديس هر نه لهي" جيان جيئن استادن جو انگ وڌيو تيئن استادن هڪبئي جي
آسري ۽ هڪٻئي سان حسد ۾ پڙهائڻ به ڇڏي ڏنو خاص طور تي پ پ جي
پهرئين ۽ ٻوئين حڪومتي دورن ۾ سنڌ ۾ وڏ کان وڏ سون اسڪولن جي قيام
جي منظوري ملي. سنڌ ۾ ڪاغذن تي (On papers) ته سوين اسڪول کليا پر

حقيقت ۾ اهي اسڪول ڪليا ئي نہ! نہ رڳو رڪارڊ تي اسڪولن جا ڪوڙا نالا ڏيکاريا ويا پر اهڙن اسڪولن جو مڪمل اسٽاف بہ ڀرتي ڪيو ويو. پنيوالي ڪان ويندي چوڪيدار ۽ استاد مقرر ڪيا ويا. جن جا پگهار سپر وائيزر ڪان ويندي ايس ڊي اي او، ڊي اي او ۽ ڊائريڪٽر تائين طئہ ڪيل فارمولن تحت ورهايا ويا. سنڌ ۾ ڪيئي اسڪول تہ اهڙا بہ هئا /آهن جيڪي کلي تہ ويا پر ٻار انهن ۾ داخل ٿي نہ سگهيا. اهڙن اسڪولن تي انهن وڏيرن قبضو ڪري ورتو جن ڪوششون وني اسڪول منظور ئي ان ڪري ڪرايا هئا تہ جيئن هو اهڙن اسڪولن کي ٻارن جي پڙهڻ بجاءِ اناج جا گدام ۽ اوطاقن جي مقصدن لاءِ استعمال ڪري سگهن. اڄ بہ اهڙا سوين اسڪول موجود آهن جن ۾ هڪ بہ ٻار داخل ٿي ناهي سگهيو. سنڌ ۾ اهڙا هزارين پرائمري استاد بہ موجود آهن، جن جي نالن سان پگهار تہ کڄن ٿا پر اهي جسماني طور موجود آهن ئي ڪونہ! اهڙن استادن جي گذريل نواز شريف جي حڪومت نہ رڳو نشاندهي ڪئي، پر اهڙا استاد (Ghost teachers) هٽ بہ ڪيا جيڪي جسماني طور موجود ڪونہ هئا. شناختي پريڊ ذريعي جڏهن پوريءَ سنڌ جا 7 هزار استاد پريڊ ڪامينٽين سامهون پيش نہ ٿيا تہ ان وقت جي سيڪريٽري تعليم مهتاب اڪبر راشديءَ اها ڳالهہ ڪئي ۽ اعلان ڪيو تہ اهڙن گهوسٽ ٽيچرس جا آرڊر رد ڪيا ويندا. پر بد قسمتيءَ سان حڪومت جلد ئي هٽيار ڦٽا ڪيا ۽ استاد تنظيمن جا چند احتجاجي مظاهرا اهڙن گهوسٽ ٽيچرس کي نوڪرين تي بحال ڪرائي ويا، ۽ پوءِ سيڪريٽري تعليم سڄيءَ سنڌ جي ماڻهن کي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي ڪوشش هنن لفظن ۾ ڪئي تہ "سنڌ ۾ گهوسٽ ٽيچرس ڪونهن!" جيڪڏهن سنڌ ۾ گهوسٽ ٽيچرس نہ هئا تہ پوءِ اهي ست هزار استاد ڪير هئا جيڪي شناختي پريڊ دوران پريڊ ڪامينٽين آڏو پيش نہ ٿيا. جيڪڏهن اهي گهوسٽ نہ هئا ۽ حقيقي يعني جسماني طور موجود ٽيچرس هئا تہ پوءِ اهي ڪامينٽين آڏو پيش ڇو نہ ٿيا. جيڪڏهن اهي ٻئي سوال غلط آهن تہ پوءِ حڪومت ڪهڙي

منهن سان ان سوال جو جواب ڏيندي تہ جڏهن سنڌ ۾ گهوسٽ ٽيچرس هئا ئي نہ تہ پوءِ حڪومت استادن کي گهوسٽ جو نالو ڏئي بدنام ڇو ڪيو؟ بهرحال اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ اهي ست هزار استاد گهوسٽ ئي هئا جيڪي ڪامينٽين آڏو پيش نہ ٿيا ۽ جيڪڏهن گهوسٽ هئا تہ پوءِ بہ انهن کي بحال ڪرڻ جو ڪو جواز ڪونہ هو. جيڪڏهن حڪومت شناختي پريڊ ذريعي هڪ بہ استاد کي فارغ نہ ڪري سگهي تہ پوءِ حڪومت وٽ ان سوال جو ڪهڙو جواب آهي تہ پريڊ ڪامينٽين تي جيڪي لکين روپيا خرچ ڪيا ويا ۽ پ ٽ الف جي هڪ پڌرائيءَ مطابق پريڊ ڪامينٽين آڏو حاضر ٿيڻ لاءِ استادن جيڪي لکين روپيا خرچ ڪيا اهي ڪير پريندو؟ بهر حال سنڌ ۾ پرائمري تعليم جي ٻيڙي ٻڏي چڪي آهي. ٻڏندڙ ٻيڙيءَ کي ڪناري لڳائڻ بدران ٻيڙي سوارن توڙي ٻيڙي هلائڻ وارن ان ۾ سوراخ ئي ڪيا آهن. جڏهن اسين اها ڳالهہ مڃون ٿا تہ سنڌ ۾ پرائمري يا بنيادي (Basic) تعليم تباهہ ٿي چڪي آهي تہ پوءِ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ تباهہ ٿيل ۽ ڪمزور بنياد تي مضبوط عمارت اڏي سگهبي!

## سيڪنڊري تعليم:

ثانوي تعليم کي بہ ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو هڪ "ڇهون، ستون ۽ اٺون ڪلاس" ۽ ٻيو "نائون ۽ ڏهون ڪلاس." اٺين ڪلاس تائين وارن ڪلاسن کي مڊل ڪلاسن چئجي ٿو ۽ نائين ڏهين کي هاير. اهڙيءَ طرح اسڪولن ۾ بہ ٻنهي يعني مڊل ۽ هاير ڪلاسن لاءِ پڙهائيءَ جو الڳ سسٽم آهي. اٺين ڪلاس تائين جا ٿيندڙ امتحان خود اسڪول انتظاميہ ئي وٺي ٿي ۽ هاير جا هاير سيڪنڊري بورڊ. ٿئي ايئن ٿو تہ مڊل ڪلاس جا امتحان اسڪول پاران ئي وٺڻ سبب نتيجا تقريبن 99 سيڪڙو ڏنا وڃن ٿا. ڇو تہ جيڪو استاد سبجيڪٽ پڙهائي ٿو اهو ئي شاگرد جا جوابي پيپر چيڪ ڪري ٿو. جنهن ڪري استاد 99 سيڪڙو شاگردن کي پاس ڪيو ڇڏي. اهڙيءَ صورتحال ۾

اِجو تہ "نئين سنڌ" جي تعمير ڪريون

شاگرد پڙهن تہ پڙهن چو؟! ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هاڻ اسڪولن ۾ خاص طور تي مڊل ڪلاس تائين پڙهائيءَ جو معيار انتهائي ڪري چڪو آهي. شاگردن لاءِ حاضريءَ جي بہ ڪا پابندي ڪانهي. شاگرد ڇهہ ڇهہ مهينا ڪونہ ٿا اچن. ۽ امتحان ويجهو ايندي ئي، شاگرد سپني رهيل مهينن جي في ادا ڪري ڪلاس ۾ ويهڻ شروع ڪن ٿا. مئٽرڪ جي صورتحال بہ گهٽي بهتر ڪانهي. نائون ۽ ڏهون ڪلاس تہ شاگردن جي ڪئريئر جا بنيادي سال هجن ٿا پر مئٽرڪ ۾ بهتر پڙهائي نہ ٿيڻ سبب شاگرد فرسٽ ييئر ۽ انٽر ۾، وڏيڪ مشڪلاتن ۾ پئجي وڃن ٿا. مئٽرڪ جي تباهيءَ جو اندازو حيدرآباد، سکر ۽ لاڙڪاڻي بورڊ پاران سال 99ع جي آيل نتيجن مان ئي لڳائي سگهجي ٿو. جتي سراسري طور 20 سيڪڙو شاگرد بہ پاس ناهن ٿي سگهيا. اسڪول جي سطح تي هيڊ ماستر انتظامي طور تي انتهائي ڍلي (Loose) پاليسي اختيار ڪن ٿا. ۽ استاد توڙي شاگرد بہ اهڙيءَ لوز پاليسيءَ جو ڀرپور فائدو وٺن ٿا.

## هاير سيڪنڊري تعليم :

سنڌ ۾ هاير سيڪنڊري اسڪولن جو تعداد بہ لڳ ڀڳ انٽرميڊيئيٽ ۽ ڊگري ڪاليجن جيترو ئي آهي. تازو تعليمي بورڊن پاران پڌري ڪيل انٽر جي نتيجن بعد پتو پوي ٿو تہ سنڌ ۾ سڀ کان وڏي تباهي هاير سيڪنڊري اسڪولن جي ٿي آهي. رڳو حيدرآباد ۾ بورڊ جي ئي 28 هاير اسڪولن جا نتيجا زيرو(00) سيڪڙو آيا آهن. اصل ۾ ڏٺو وڃي تہ سنڌ ۾ هاير سيڪنڊري اسڪولن جي ڪا بہ ضرورت ناهي. حڪومت معيار (Quality) کي نظر انداز ڪندي صرف مقدار /تعداد (Quantity) تي زور ڏئي رهي آهي، ۽ اهو عمل بہ فطري آهي تہ جيتري ڪوانٽٽي وڌائبي اوتري ڪوائلٽي خراب ٿيندي. پر هتي حڪومت اسڪولن جي انگ (Number of Schools) وڌائڻ جي چڪر ۾ تعليمي معيار هٿ سان ڪيرائي رهي آهي. حڪومت چاهي ٿي تہ هر

گهر ۾ الڳ الڳ اسڪول هجي جيئن سيئي ٻار پڙهن ۽ پوءِ خواندگيءَ جي شرح (Literacy rate) ۾ اضافو ٿئي. باقي تعليم تباهه ٿئي ٿي تہ ٿيڻ ڏجي!

*(سنڌ جي تعليمي بورڊن جي تعليمي سال 2000ع – 1999ع جا نتيجا)*

## ڪاليجي تعليم :

سنڌ جي ڪاليجن ۾ ڪيتري پڙهائي آهي. ان جو اندازو انٽر ميڊئيٽ بورڊس جي سال 99ع جي نتيجن مان لڳائي سگهجي ٿو. آيل نتيجن مطابق لاڙڪاڻي بورڊ جا رڳو 4 سيڪڙو، سکر جا 6 سيڪڙو ۽ حيدرآباد بورڊ جا رڳو 14 سيڪڙو شاگرد پاس ٿي سگهيا آهن. حيرت جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ ڪراچي بورڊ جا 46 سيڪڙو شاگرد ڪامياب قرار ڏنا ويا آهن. حيدرآباد ۽ سکر بورڊ سان لاڳاپيل ڪاليجن جي نتيجن جي صورتحال ڏسي سخت مايوسي ۽ حيرانگي ٿئي ٿي. جو ڪيترائي ڪاليج تہ اهڙا بہ آهن جيڪي نتيجا هڪ يا ٻہ سيڪڙو ڏئي سگهيا. ڪراچيءَ کان سواءِ باقي سموريءَ سنڌ جا 90 سيڪڙو ڪاليج 20 سيڪڙو نتيجي ڏيڻ ۾ بہ ناڪام رهيا. اهڙيءَ صوتحال ڏسي دل چوي ٿي تہ تعليم جي تباهيءَ تي ڪاليج انتظاميہ ۽ تعليم کاتي جي اختيارين خلاف سخت احتجاج ڪندي، انهن خلاف عدالت جو در کڙڪائجي تہ تعليمي ادارا ڪروڙين روپيا خرچ ڪرڻ باوجود نتيجا 5 سيڪڙو بہ ڇو نہ ڏئي سگهيا آهن؟

جيڪڏهن ڪاليجن جي اندر هلندڙ تعليمي نظام ۽ معيار تي نظر وجهون تا تہ ڳالهہ چٽيءَ طرح سامهون اچي وڃي ٿي. ڪاليجن ۾ شاگردن جي داخلا کان ويندي ساليانہ امتحان تائين هلندڙ ڪلاسن تي غور ڪرڻ بعد خبر پوي ٿي تہ پوري سال جي 365 ڏينهن مان 100 ڏينهن بہ ڪاليج نہ ٿا هلن. اونهاري جي ٻن مهينن جي موڪلن کان ايندي، امتحانن جي تياري، سياري جي موڪل، يونيورسٽيءَ طرفان ٿيندڙ ڪاليجن جا ڊگري امتحان ( جنهن سبب هڪ مهيني تائين ڪاليجن ۾ ڪلاس نہ ٿا هلي سگهن). اچر جون 48 ڏينهن

ساليانو موڪلون. ڪاليجن جا امتحان ۽ شاگردن پاران ڪيل بين موڪلن جي ڳڻپ ڪيون ٿا. تہ پوءِ مشڪل سان 2 مهينا ڪلاس هلي ٿا سگهن. اهڙيءَ صورتحال ۾ اسڪولن کان وٺندي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ سليبس نصاب مطابق توڙي پڙهائيءَ ۽ امتحان جي طريقيڪار سان گڏ پوري تعليمي نظام ۾ تبديلي آڻڻي پوندي.

## اعليٰ تعليم (يونيورسٽيون):

يونيورسٽيون اعليٰ تعليم جا درسگاهہ هجن ٿيون. پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ اسان جون يونيورسٽيون ٺي اعليٰ تعليمي ادارا بڻجي ناهن سگهيون. پوريءَ دنيا ۾ يونيورسٽيون پنهنجو الڳ مقام ۽ حيثيت رکن ٿيون. انهن يونيورسٽين جي شاگردن کان وٺندي استاد ۽ سربراهہ وڏي عزت ۽ مان مرتبو رکن ٿا. پر اسان وٽ ڪنهن ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ خاص فرق نظر نہ ايندو. يونيورسٽين جي اجان تائين ڪا وڏي حيثيت ناهي مڃي وئي. انهن جا سربراهہ بہ يونيورسٽين جي مفادن ۾ ڪم نہ ٿا ڪن. اسان جي يونيورسٽين جي حالت تہ ان حد تي ڪري چڪي آهي جو شاگردن کي ڪلاس ۾ وڃڻ بنان ئي گهربل حاضري بہ ملي وڃي ۽ پيپر ۾ بہ هو پاس ٿيو وڃن. پوريءَ دنيا ۾ يونيورسٽيءَ ۾ اچڻ بعد هڪ الڳ ماحول ۽ اسٽئنڊرڊ لڳندو. پر اسان وٽ يونيورسٽيون منجهند جو هڪ وڳي بند ٿيو وڃن. سينئر ۽ ڊاڪٽريٽ ڪندڙ پروفيسر ڏينهن ۾ هڪ ڪلاس وٺڻ بہ گوارا نہ ٿا ڪن. دنيا جي يونيورسٽين جا سينئر پروفيسر تحقيقي ڪمن ۾ رڌل هوندا آهن. اسان جون يونيورسٽيون تحقيقي ڪم کان بہ هٽي ويون آهن. زرعي يونيورسٽيءَ جا استاد ملڪي زراعت کان بي خبر آهن. هو فصلن جي بهتر مارڪيٽنگ لاءِ حڪومت کي ٺلهي تجويز ڏيڻ جي بہ اهليت نہ ٿا رکن. جڏهن تہ ساڳي صورتحال بين شعبن جي

استادن جي بہ آهي. اهڙيءَ صورتحال ۾ اهي شاگردن کي ڇا پڙهائيندا؟ پوءِ شاگردن جي حال تي ڇا لکجي ءِانهن کي ڪهڙي ميار ڏجي! اسان کي نہ رڳو مجٽو پوندو تہ اسان جون يونيورسٽيون تباهہ ٿي چڪيون آهن. پر انهن جي تعليمي معيار ۽ ماحول بهتر بنائڻ لاءِ پنهنجو ڪو معجزائي ڪردار ادا ڪرڻو پوندو. پر اُن لاءِ فوري طور تي حڪومت بہ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ۽ يونيورسٽين جي سربراهيءَ لاءِ بهتر ساک رکندڙ تعليمي ۽ انتظامي ماهرن ۽ خود يونيورسٽين لاءِ بہ بهتر استادن جو انتخاب ڪري.هن سلسلي ۾ سنڌ جي پڙهيل ڳڙهيل طبقي طرفان بہ يونيورسٽين ۽ حڪومتن تي اهڙو پريشر قائم ڪرڻ گهرجي تہ جيئن اسان جا تعليمي ادارا بهتر رخ ڏانهن وڌي سگهن ۽ سنڌ جي مستقبل جي ترقيءَ لاءِ ڪو فعال ڪردار ادا ڪري سگهن.

# سنڌ جي زرعي صورتحال جو جائزو:

سنڌ جي اقتصاديات ۾ زرعي شعبو اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. سنڌ جي 80% سيڪڙو آباديءَ جو دارو مدار سنڌ جي آبپاشيءَ جي نظام جي ڪئنالن، واهن ۽ واٽر ڪورسن تي آهي. صوبي ۾ آبپاشيءَ لاءِ ٽي وڏا بئراج نهيل آهن، جن ذريعي 70 لک ايڪڙ زمين آباد ڪري سگهجي ٿي پر پاڻيءَ جي گهٽتائيءَ ۽ پاڻيءَ جي غلط معاهدن سبب صرف 32 لک ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهي آهي. سم ۽ ڪلر جي گندي پاڻيءَ جي نڪاسيءَ جي بهتر نہ هجڻ ڪري سنڌ جي 75% سيڪڙو زرعي زمين بتدريج خراب ٿي چڪي آهي. اها زمين سڄي ملڪ ۾ خراب ٿيندڙ زمين جو 70% سيڪڙو آهي. زمين جي گهٽ آباد ٿيڻ جي ڪري روزگار ۽ آمدنيءَ جي ذريعن کي ڪافي ڌڪ لڳو آهي. سنڌ ۾ ڦٽي، ڪمند، چانور، ڪڻڪ، تيلي ٻج اهم فصل آهن، جن کي ناڻي وارا فصل بہ چئي سگهجي ٿو. ميون ۾ انب، ڪيلو، زيتون ۽ کجور تمام اهم فصل آهن. ساڳيءَ ريت ڀاڄيون بہ جججهي مقدار ۾ پيدا ٿين ٿيون. پر انهن سڀني جي پيداوار گهٽجي وئي آهي. آبادگارن کي فصلن جو صحيح اگهہ ڪونہ ٿو ملي. گذريل سال تہ ڪپهہ 500 روپيا مڻ وڪرو ٿي، جنهن سبب هاري توڙي زميندار تباهہ ٿي ويو، جو اپت کان سندن خرچ ٻيڻو ٿيو هو. سنڌ ۾ گذريل 20 سالن کان آباد ٿيندڙ زمين ۾ پيداوار گهٽجڻ سان زراعت هيٺ ايندڙ زمين بہ گهٽجي پئي. 1980ع کان پنجاب جي مجموعي زرعي زمين ۾ 9.83% سيڪڙو واڌ آئي آهي ۽ اهڙي نموني صوبي سرحد ۽ بلوچستان ۾ ترتيبوار 5.01% سيڪڙو ۽ 7.56% سيڪڙو پوک لائق زمين ۾ واڌ آئي آهي. پر سنڌ ۾ 2.31% سيڪڙو گهٽتائي آئي آهي. وري آبپاشي نظام جي لحاظ کان ڏسبو تہ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ ترتيبوار 15.82% سيڪڙو، 13.14% سيڪڙو ۽ 22.43% سيڪڙو

زرعي زمين ۾ واڌ آئي آهي پر سنڌ ۾ آبپاشيءَ جي حساب سان 1980ع کان 1998ع تائين 10.20% سيڪڙو گهٽتائي آئي آهي. سنڌ ۾ زرعي فصلن واريءَ زمين ۾ ڪڻڪ، چانور، دالين، جون ۽ پٽاٽن واريءَ پوک لائق زمين ۾ تهائين وڌيڪ ڪمي آئي آهي. *(عامر ڪبير، روزانه ڊان، مارچ 1999ع)*

سنڌ زرعي فصلن کان علاوه ڀاڄين، ميون، دالين ۽ گرم مصالحن کان ويندي تيلي ٻج وارن فصلن تائين پيداوار جي لحاظ کان انتهائي زرخيز ۽ شاهوڪار صوبو آهي. ڪهڙو فصل آهي جيڪو سنڌ نٿي اپائي؟ ڦٽي هجي يا ڪمند، ڪڻڪ هجي يا ساريون، مطلب تہ سنڌ ۾ هر فصل بهتر طريقي سان پوکيو وڃي ٿو ۽ ان جي اپت بہ بهتر اچي ٿي. سنڌ مختلف فصلن جي في ايڪڙ پيداوار جي لحاظ کان سڀني صوبن کان اول آهي. ڪڻڪ، ڪمند، ساريون، ڦٽي، انب ۽ گرم مصالحن جي في ايڪڙ پيداوار ملڪ جي ٻين صوبن کان گهڻي بهتر آهي. (ڏسو ٽيبل مضمون جي پڇاڙيءَ ۾) پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ سڀئي فصل اپائڻ ۽ في ايڪڙ بهتر پيداوار ڏيڻ باوجود سنڌ جي زراعت ڏينهون ڏينهن پوئتي وڃي رهي آهي. جنهن جو هڪ مک ڪارڻ سنڌ جي فصلن جي بهتر ۽ مناسب مارڪيٽ نہ هجڻ آهي. ان جو تازو مثال سرڪار جي طرفان هلندڙ سال جي سارين ۽ ڪمند جي فصل سان ۽ گذريل سال ڦٽيءَ جي پيداوار سان ڪيل حشر آهي. گذريل سال هٽ وٺي ڦٽيءَ جو مارڪيٽ ڪيرايو ويو. يعني 1998ع ۾ 11 سؤ روپيا مڻ وڪرو ٿيندڙ ڦٽيءَ کي سال 1999ع ۾ چار سؤ تائين آندو ويو. ڦٽيءَ جي مارڪيٽ ڪرڻ جا سبب معلوم ڪيا تہ ڳالهہ گهڻي منجهيل نظر ڪانہ ٿي اچي. ڦٽيءَ جي پيداوار خريد ڪندڙ سرڪاري ڪاتي، ٽي سي پيءَ، جاٽي واٽي سنڌ ۾ ڦٽيءَ جي مارڪيٽ ڪيرائڻ لاءِ "افضل ويرائٽي" وارو شرط رکيو، جڏهن تہ زرعي شعبي سان لاڳاپيل ماهرن موجب سنڌ ۾ 10 سيڪڙو بہ افضل ويرائٽيءَ واري ڦٽي ڪانہ ٿي ٿئي. نتيجو اهو نڪتو تہ سنڌ ۾ ڦٽيءَ جي خريداري نہ ٿي سگهي ۽ رهيل 90 سيڪڙو ڦٽيءَ جي مارڪيٽ 400

سؤ رپيا مڻ تي اچي ڦهڪو ڪيو. گذريل سال مجموعي طور تي ٽي سي پيءِ سنڌ مان 10 سيڪڙو خريداري مس ڪئي ۽ رڳو پنجاب مان ئي ڦٽيءِ جي 80 سيڪڙو خريداري ڪئي وئي. اهڙيءَ ريت هن سال به سنڌ جي چانورن جي مارڪيٽ کي هٿ وٺي ڪيرايو ويو آهي. سنڌ جو چانور ٻين سڀني صوبن کان وڌيڪ سٺو ۽ بهتر في ايڪڙ پيداوار ڏئي ٿو. جڏهن ته مجموعي طور تي 46 سيڪڙو چانور سنڌ مهيا ڪري ٿي. ڪمند جي به گذريل سال مارڪيٽ ڪرڻ سبب هن سال سنڌ ۾ ڪمند جي 20 سيڪڙو پوکائي گهٽ ٿي آهي. اندازو آهي ته سنڌ ۾ هيل ڪمند ۽ سارين جو آبادگار گهٽي مار ڪائيندو. بصر ۽ ٻين فصلن جي مارڪيٽ به بهتر طريقي سان جڙي ناهي سگهي.

گذريل ڪيترن ئي سالن جي تجربن جي آڌار تي اها ڳالهه سامهون آئي آهي ته سنڌ ۾ زراعت جي ترقي نه ڪرڻ جو مک ڪارڻ زرعي مارڪيٽ جو نه هجڻ آهي. هڪ ته فصل وقتائتا ڪونه ٿا لهن يا وري فصلن جا اگهه وقتائتا مقرر نه ٿا ٿين. ان سڄي صورتحال جي ذميواري فصلن جا اگهه مقرر ڪندڙ اداري قيمتن واري ڪميشن (Price Commission) تي لاڳو ٿئي ٿي. جيڪا ڪميشن مختلف صوبن ۾ زرعي موسمن کي نظر انداز ڪندي ان وقت زرعي فصلن جا اگهه مقرر ڪري جڏهن صرف پنجاب صوبي مان پيداوار اچڻ شروع ٿئي ٿي. پر گذريل سال ته سنڌ ۾ ڪپهه جي مارڪيٽ هٿ وٺي تباهه ڪئي وئي. ڪپهه جي خريداريءَ لاءِ جوڙيل سرڪاري اداري ٽي سي پي سنڌ ۾ ڦٽيءِ جي خريداري ۾ دلچسپي نه ورتي. ٽي سي پي پاران سنڌ جي صرف هڪ اڌ شهر ۾ ڪپهه جي خريداريءَ جو سينٽر کوليو ويو. جنهن سبب ٽي سي پي سنڌ جي ڦٽي جي خريداري ۾ ناڪام وئي. گذريل سال ته هن اداري ڇاٽي واٽي ڦٽيءِ جي مارڪيٽ خراب ڪئي. ٽي سي پي پاران "افضل ڪوائلٽي" واري ڦٽي هجڻ جو شرط رکي آبادگارن کي بيوقوف بڻايو ۽ پريشان ڪيو. جڏهن ته ٻين صوبن ۾ اهڙي صورتحال نه هئي. ٽي سي پي پاران سنڌ ۾ ڦٽيءِ

جي خريداريءَ ۾ عدم دلچسپي سبب گذريل سال ڦٽي 400 سؤ روپيا في مڻ وڪرو ٿي. ڦٽيءَ جي سيزن ختم ٿيڻ بعد اها ڳالهہ ڪيترائي ڀيرا پريس ڪان ويندي حڪومتي حلقن تائين پڄائي وئي تہ ٽي سي پي سنڌ ۾ 10 سيڪڙو خريداري بہ نہ ڪئي. جڏهن تہ هن اداري رڳو پنجاب مان ڦٽيءَ جي 80 سيڪڙو کان وڌيڪ خريداري ڪئي.

اصل ۾ ٿئي ايئن ٿو، جو بدقسمتيءَ سان سنڌ ۽ پنجاب جي سيزن ۾ ٻن مهينن جو فرق آهي. سنڌ ۾ هر فصل پنجاب جي ڀيٽ ۾ ٻہ مهينا اڳ لهي ٿو. سنڌ مان فصل لهڻ سان ئي وفاقي حڪومت لهندڙ فصل جو اگهہ مقرر نہ ٿي ڪري. پرائيس ڪميشن آف پاڪستان پاران فصل جو اگهہ تڏهن ئي مقرر ڪيو ٿو وڃي. جڏهن پنجاب صوبي ۾ ان جي پيداوار اچي ٿي. جنهن سبب ٻن مهينن تائين سنڌ جو فصل بغير مارڪيٽ جي وڪرو ٿئي ٿو. ٺيڪ تہ ائين ڪپي تہ پرائيس ڪميشن سنڌ جي فصل جي سيزن شروع ٿيڻ سان ئي ان جو اگهہ مقرر ڪري.

## ٽيبل

مختلف فصلن جي پيداوار (ڪلوگرام /هيڪٽر ۾)

| صوبي جو نالو | ڪڻڪ | چانور | مصالحہ | ڪمند (ٽن ۾) | ڪپهہ | ڪپهہ جو ٻج | تماڪ | چڻا | بيهي مگ | بصر |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پنجاب | 23270 | 1382 | 1560 | 46.9 | 394.8 | 988 | 1257 | 711 | 930.8 | 10784 |
| سنڌ | 2347 | 2671 | 1551 | 61.2 | 661.8 | 1324 | 1333 | 849 | 1916.7 | 12845 |
| سرحد | 1477 | 1950 | 1000 | 45.6 | 272.2 | 600 | 2213 | 398 | 1604.2 | 14317 |
| بلوچستان | 2283 | 2735 | 1581 | 53.6 | 494.1 | 990 | 1724 | 809 | - | 16034 |

ذريعو: حڪومت پاڪستان جا انگن اکرن جا مختلف ڪتاب، ۽ پاڪستان اڪانامڪ سروي سال 1999ع ۽ سال 2000ع

# سنڌ جي زرعي پاڻيءَ جي صورتحال جو جائزو:

21 جون 2000ع وارين اخبارن ۾ سنڌ حڪومت جي ڪابينا ۾ شامل ٿيندڙ نون وزيرن ۾ سيد علي مير شاهه جي تصوير ڏسي يقينن سڄيءَ سنڌ ۾ خاص طور تي آبادگارن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي هوندي. هن کان اڳ توڙي جو اي اين جي عباسي به ابپاشيءَ جو وزير رهي چڪو هو. پر سيد علي مير شاهه کي وزارت ملڻ سان سنڌ اندر پاڻيءَ جي کوٽ وارو مسئلو ڪنهن حد تائين حل ٿيڻ جي وڏي اميد پيدا ٿي وئي آهي.

سنڌ ۾ گذريل ٻن سالن کان جيڪڏهن ڪو وڏو مسئلو رهيو آهي ته اهو پاڻيءَ جي کوٽ ۽ ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت وارو اعلان آهي. خاص طور تي نومبر 99ع کان سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ سنڌ جي زراعت کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي. سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ان وقت ڪر کنيو. جڏهن آڪٽوبر /نومبر 99ع مهينن ۾ ڪڻڪ جو فصل آخري پاڻيءَ تي هو. ان وقت سنگ ۾ ڪڻڪ جو داڻو پيدا ٿي چڪو هو. پاڻيءَ جي کوٽ سبب ان کي آخري پاڻي ملي نه سگهيو ۽ نتيجي ۾ داڻو وزن ڪري نه سگهيو ۽ مجموعي طور تي پوريءَ سنڌ ۾ ڪڻڪ جي فصل جي في ايڪڙ پيداوار سخت متاثر ٿي. هن وقت جڏهن پاڪستان ۾ ججهي مقدار ۾ ڪڻڪ پيدا ٿيڻ جون ڳالهيون هلي رهيون آهن. ته ڪي ماڻهو ان کي سنڌ سان به ڳنڍي رهيا آهن. پر حقيقت هيءَ آهي ته سنڌ ڪڻڪ ۾ پنهنجو پيداواري ٽارگيٽ حاصل نه ڪري سگهي. پر پنجاب ۾ ڪڻڪ ججهي مقدار ۾ لٿي آهي، جنهن سبب مجموعي طور تي ملڪ ۾ واڌو ڪڻڪ ٻڌائي پئي وڃي. مثال وري فيبروري. مارچ 2000ع ۾ پاڻيءَ جي کوٽ سبب پوريءَ سنڌ ۾ هن وقت تائين وونئڻ جي پوکائي بنهه گهٽ ٿي آهي. خاص طور تي سنڌ جي پڇڙيءَ وارن ضلعن بدين ۽ ٺٽي ۾. وونئڻ جي فصل جي جيڪا 30

سيڪڙو ڪن پوکي ٿي. سا بہ پاڻيءَ نہ ملڻ سبب سڪي رهي آهي. جنهن جو تازو مثال گڏريل ڏينهن ۾ گولاڙچي ۽ بدين شهر ۾ پاڻيءَ جي کوٽ خلاف ڳوناڻن جو ڪيل احتجاج آهي. مطلب تہ گذريل هڪ سال کان سنڌ ۾ پاڻيءَ جي شديد کوٽ آهي. ملڪي تاريخ ۾ پاڻيءَ جي ايتري شديد کوٽ ڪڏهن بہ نہ ٿي. ساڳيءَ ريت دادو ضلعي جي پچڙيءَ ۽ خاص طور سيوهڻ تعلقي ۾ فصل گهٽ ٿي رهيو آهي.

جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ گذريل هڪ سال کان سنڌ جي اخبارن ۾ وڏيڪ خبرون پاڻيءَ جي کوٽ خلاف ٿي ايون آهن. اڪثر دفعا پاڻيءَ جو مسئلو ٿي اخبارن جي مک سرخي بڻيل رهيو آهي. ڪڏهن پنجاب پاران پنهنجي حصي کان وڌيڪ پاڻي کڻڻ، ڪڏهن وفاقي حڪومت /واپڊا جا پاڻيءَ بابت تڪراري بيان ۽ ڪڏهن وري "ارسا" جي غلط جوڙجڪ بابت مختلف خبرون اخبارن ۾ ڇپجنديون رهيون آهن. سنڌ جا دانشور، سماجي، سياسي اڳواڻ ۽ آبادگارن کان وٺندي صحافي ۽ عام ماڻهوءَ تائين سڀئي پاڻيءَ جي کوٽ خلاف هاءِ گهوڙا ڪندا آيا آهن. پر افسوس آهي تہ اعليٰ اختياريءَ وارن پاڻيءَ جي معاملي بابت سنجيدگيءَ جو مظاهرو نہ ڪندي، ڪڏهن بہ معاملي جو نوٽيس ناهي ورتو. تہ آخر سنڌ صوبو، پاڻيءَ جي کوٽ خلاف مسلسل هاءِ گهوڙا ڇو پيو ڪري؟ سنڌ جي اڳوڻي گورنر عظيم دائود پوٽي جي ٽيم ۾ شامل وزير آبپاشي اي اين جي عباسي، پاڻيءَ تي پنهنجي صحيح مؤقف جي نتيجي ۾ تيز ويڙهي وڃي گهر پيڙو ٿيو. سنڌ ۾ پاڻيءَ جو مسئلو تمام اهم ۽ نازڪ مسئلو آهي. ان ڪري هن وقت جڏهن سنڌ جي آبادگارن جي نمائنده جماعت سنڌ آبادگار بورڊ جو صدر وزير آبپاشي بڻيو آهي. تہ لازمي طور عام ماڻهن سميت آبادگارن ۾ هڪ نئين اميد پيدا ٿي وئي آهي. سيد علي مير شاهہ هڪ سنو آبادگار هئڻ سان گڏ هڪ وڏو آبپاشي جو ماهر پڻ آهي. گڏو گڏ هو سنڌ ۾ پاڻيءَ جي سخت

ڪوٺ واري وقت ۾ هميشہ سنڌ حڪومت کي صلاحون ڏيندو ۽ واسطيدار اختيار جي صاحبن کان گهرون ڪندو رهيو آهي.

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي شديد ڪوٺ آهي. شاهہ صاحب جهڙي آبادگار کي آبپاشيءَ جي وزارت جون ذميواريون سونپيون ويون آهن. ان ڪري جيڪڏهن هن وقت سنڌ جي پاڻيءَ واري مسئلي مان جان آجي ٿي نہ سگهي تہ پوءِ آخر ڪڏهن ٿيندي؟! هي وقت آهي تہ علي مير شاهہ صاحب پنهنجون سڀئي صلاحيتون استعمال ڪندي، سنڌ ۾ پاڻيءَ جي ڪوٺ جي حوالي سان پيدا ٿيل بي چيني دور ڪري. ان حوالي سان سنڌ ۾ پاڻيءَ جي معاملي تي جيڪي اهم اشوز آهن، تن کي اسين وڌيڪ واضح ڪيون ٿا۽ ڪيس آگاهي ڏيون ٿا تہ جيئن آهستي آهستي انهن مسئلن کي مستقل بنيادن تي حل ڪرڻ ڏانهن ڪو معتبر نوع جو قدم اڳتي وڌي سگهي.

## 1. پاڻيءَ جي ورڇ (Distribution of Water)

ملڪ ۾ آبپاشي مقصدن لاءِ پاڻي ڪيترو موجود آهي؟ ان بابت بہ اڃا تائين هڪ راءِ جڙي نہ سگهي آهي. سرڪاري انگن اکرن موجب ملڪ ۾ 117 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي موجود آهي ۽ رهيو آهي. پر خود سيڪريٽري آبپاشي ادريس راجپوت بہ ڪيترائي پيرا چئي چڪو آهي تہ ملڪ ۾ ايترو پاڻي نہ موجود آهي /نہ رهيو آهي. ان ڪري پهريان تہ اهو طئہ ٿيڻ گهرجي تہ ملڪ ۾ پاڻي آهي ڪيترو؟ بعد ۾ چئني صوبن جي ضرورت مطابق پاڻيءَ جي نہ رڳو ورڇ پر هر صوبي کي پنهنجي پنهنجي حصي جو ۽ سنڌ ۾ مختلف آبادگارن کان ويندي ماڻهن جي گهرو ضرورتن موجب پاڻيءَ جو ملڻ ۽ ڏيڻ بہ يقيني بنايو وڃي.

1991ع واري پاڻيءَ جي ٺاهه تحت صوبن کي پنهنجي حصي جو پاڻي ڏنو وڃي. ان ٺاهه تي عمل ڪرائڻ لاءِ به نئين حڪمت عملي تيار ڪئي وڃي. ماضيءَ ۾ هميشه پنجاب، منڍ ۾ هئڻ جو ڀرپور فائدو ورتو آهي. ملڪ ۾ جڏهن به پاڻيءَ جي کوٽ ٿي آهي. ان کوٽ ۾ پنجاب پاڻ شريڪ ناهي ٿيو ۽ جيڪڏهن پنجاب کي پنهنجي حصي کان پاڻي گهٽ به مليو آهي، ته بين صوبن جي ڀيٽ ۾ ان جي کوٽ ۾ شراڪت بنهه گهٽ رهي آهي. پنجاب تونسا ۽ چشما ڪئنال پنهنجي مرضيءَ سان وهائيندو رهيو آهي ۽ ڪو به ادارو ان تي ڪا به روڪ ناهي رکي سگهيو. ان ڪري ان ڳالهه کي يقيني بنائڻ کپي ته پنجاب صوبو پنهنجي حصي کان پاڻي وڌيڪ نه وهائي.

## .2 ارسا جي جوڙجڪ (Formation of IRSA)

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ واري مسئلي تڏهن کان ڪر کنيو آهي، جڏهن کان ارسا جي باڊي ٺوڙي، ان جي جوڙجڪ ۾ سنڌ کي نمائندگيءَ کان محروم رکيو ويو. ارسا کي ڪيئن ۽ ڇو ٺوڙيو ويو، اهو الڳ بحث آهي، پر پاڻ رڳو اهو مطالبو ٿا ڪريون ته ارسا جي پراڻي باڊيءَ کي بحال ڪيو وڃي. جيڪا بهتر نموني سان ڪم ڪري رهي هئي. هن وقت ارسا جي نمائندگيءَ لاءِ سنڌ جي مختلف ڪامورن کي مقرر ڪيو ويو آهي، پر آخر ان پراڻي باڊيءَ جي ميمبرن جو ڪهڙو ڏوهه. جيڪو ڪين معاف نٿو ڪري سگهجي! ان ڪري هن وقت جڏهن اهو ئي ماٿهو آبپاشيءَ جي وزارت ۾ وينل آهي، جيڪو ارسا جي پيچ ڊاهه تي تنقيد ڪندو رهيو آهي، تڏهن کيس ارسا جي جوڙجڪ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. ملڪ جي مشهور آبپاشي ماهر انجينئر عبدالرسول ميمڻ جهڙي چاڻوءَ کي پاڻيءَ جي معاملي کان ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ وڏي زيادتي آهي. ان ڪري اسين مطالبو ٿا ڪريون ته ارسا جي اڳوڻي باڊي بحال ڪئي

وجي ۽ انجينئر عبدالرسول ميمڻ کي چيئرمن رکيو وڃي. تہ ان سان پاڻيءَ جي حوالي سان سنڌ جي ماڻهن ۾ تسليءَ ۽ اعتماد جو احساس اڀرندو ۽ منجهن پيدا ٿيل احساس محرومي بہ ڪنهن حد تائين ختم ٿي ويندي.

### 3. ڪالاباغ ڊيم (Kala Bagh Dam)

ڪالا باغ ڊئم هوڻئن تہ پراڻو مسئلو آهي، پر گذريل ٻن سالن کان مختلف حڪومتن پاران ۽ پڻ سنڌ جي سياست ۾ آبپاشيءَ جي ڳالهين ۾ سنڌ جي اهم اشوءَ طور اهو هر وقت بحث جو موضوع رهيو آهي. ايتري قدر جو چوڻ وارا چون ٿا تہ عظيم دائود پوٽي سميت اي اين جي عباسي ۽ افتخار سومري جي نوڪري ڪالاباغ ڊئم ئي وڃائي! نواز شريف پاران ٽيليويزن ذريعي ڪالاباغ ڊئم ناهڻ واري اعلان کان هن وقت تائين ان بابت مختلف خدشا رهيا آهن. ڪن جو چوڻ آهي تہ حڪومت چپ چاپ ۾ ڊئم تي ڪم ڪري رهي آهي ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ حڪومت مناسب وقت ڏسي هڪ پيرو ٻيهر ان کي هٿ ۾ ڪٽندي. اهڙي صورتحال ۾ سنڌ واسين ۾ سخت بيچينيءَ واري ڪفيت آهي. پر حڪومتي ذر مان ڪو بہ ماڻهو اها خاطري نٿو ڪرائي تہ ڪو ڪالاباغ ڊئم اشو ٻيهر ڪر نہ ڪٽندو. حڪومتي ذر ۾ وينل سيني ذرين سميت خود چيف ايگزيڪيوٽو چيو آهي تہ ”سيني صوبن جي گڏيل راءِ کانسواءِ ڪالاباغ ڊئم هر حال ۾ نہ ناهبو.“

پر ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي تہ جڏهن سيئي صوبائي (سواءِ پنجاب جي) ڪالاباغ ڊئم رٿا کي رد ڪري چڪا آهن. پوءِ آخرڪار حڪومت جي سيني صوبن جي رضامندي واريءَ ڳالهہ مان ڇا مراد آهي؟

ان ڪري هي وقت آهي تہ هاڻي ڪالاباغ ڊئم جو مسئلو هميشہ لاءِ ختم ٿيڻ گهرجي. خود وزير آبپاشي سيد علي مير شاهہ فيبروري 99ع ۾ ”ڪاوش“ اخبار ۾ ڪالا باغ ڊئم جي اڏاوت خلاف هڪ وڏو ۽ جامع مضمون

لکيو هو. جنهن ۾ هن 22 اعتراضي نقطا ڇاڻايا هئا تہ اسان ڪي ڪالاباغ ڊئم تي اعتراض ڇو آهي (Why we oppose Kala Bagh dam?) سائين علي مير شاهہ جا اڃا بہ اهي ئي 22 اعتراض موجود آهن. ان ڪري جتي ڪالاباغ ڊئم تي ڳالهہ بہ اعتراض هو. اتي اڄ بہ هجڻ ڪيپي ۽ آئنده بہ. علي مير شاهہ جا اٿاريل 22 اعتراض وفاقي حڪومت، واپڊا وسيلي حل تہ نتي ڪرائي سگهي، ان ڪري حڪومت ڪالاباغ ڊئم منصوبي کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ جو سرڪاري طرح باقائدي اعلان ڪري.

## 4. ايل بي او ڊي ۽ آر بي او ڊي پراجيڪٽ
**(LBOD and RBOD Project)**

سنڌ ۾ وڏي بدقسمتيءَ سان بہ وڏا پراجيڪٽ (Mega Projects) بريءَ طرح فيل ويا. ايل بي او ڊي جو ڇوڙ اڃا تائين ناهي ٿي سگهيو ۽ ساڳئي ريت آر بي او ڊي جي ڇوڙ بارو معاملو بہ اڃا تائين حل ناهي ٿي سگهيو. يعني عجيب ۽ حيرت جهڙي ڳالهہ اهي تہ منڇر ڪان ڪم ڪندي پچڙيءَ تي اچي اهو مرحيو پيو وڃي تہ گندي پاڻي، کي ڪٿي ڇوڙ ڪرائجي درياهہ ۾ سمنڊ ۾ يا منڇر ڍنڍ ۾؟ اهڙيءَ ريت آر بي او ڊي جي نيڪال جي حوالي سان بہ پهريان سنڌ حڪومت منڇر ڍنڍ ۾ ان جو نيڪال ڪيو ۽ ان جي تباهيءَ بعد هاڻي آر بي او ڊي جو ڇوڙ سنڌو درياهہ ۾ ڪرڻ لاءِ سوچيو پيو وڃي، جنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ اهو زهريلو پاڻي منڇر جي تباهيءَ بعد هاڻي سنڌو درياهہ جي تباهي جو. آبپاسي وزير کي گذارش اهي تہ انهن ٻنهي پراجيڪٽن جي مستقل حل لاءِ قدم کڻي ۽ خاص طور تي آر بي او ڊي جي نيڪال لاءِ جوهيءَ وٽان جبلن ۾ ان جو نيڪال ڪيو وڃي. تہ سنڌ ۾ آئنده ڪابہ ڊونر ايجنسي يا مالياتي ادارو سگها پراجيڪٽ شروع ڪرڻ لاءِ رسڪ نہ کڻندي

## 5. منڇر ڍنڍ /تهذيب جي بحالي

**(Rehabilititition of Civilization / Lake Manchhar)**

ايل بي او ڊي جي زهريلي پاڻيءَ سبب رڳو منڇر ڍنڍ تباهه ناهي ٿي پر منڇر تهذيب جي تباهي ٿي آهي. اڄ ملاحن جا هزارين گهر ڍنڍ ۾ زهريلي پاڻي، سبب ويران ٿي ويا آهن. مڇيءَ جي پيداوار 20 سيڪڙو به ناهي رهي. پر افسوس جي ڳالهه اها آهي ته منڇر ڍنڍ جو اشو سرڪار جي ايجنڊا تي اچي ٿي نه ٿو! نه رڳو ڍنڍ ۾ زهريلي پاڻيءَ سبب مقامي ملاح متاثر ٿيا آهن، پر منڇر ڍنڍ جي پاڻيءَ سان زمين جي پوکي ڪندڙ آبادگارن جي صورتحال به رحم جوڳي آهي. زهريلي پاڻيءَ سبب فصلن جي ٽي ايڪڙ پيداوار 60 سيڪڙو گهٽجي وئي آهي ۽ هر سال پاڻي، ڪلر جي ڪري، وڌيڪ زمين خراب ڪري رهيو آهي. اهڙي ريت موجوده سرڪار منڇر ڍنڍ جي تباهي، تي به نظر وجهي ۽ جيترو جلد ٿي سگهي ان جي پراڻي رونق بحال ڪري. ان لاءِ آبادگارن جي مطالبي جيان پهريان ته ڍنڍ ۾ موجود پراڻو سائو ڦينگ نما پاڻي نيڪال ڪيو وڃي، ته جيئن موسميات کاتي جي رپورٽن مطابق، جولاءِ جي آخر ۾ سنڌ ۾ برساتون پون ته ڍنڍ ۾ نئو تازو پاڻي اچي. سڀ کان پهريان ته آر بي او ڊيءَ جي پاڻيءَ جي ڇوڙ جو رخ موڙيو وڃي، جيڪو جبلن ڏانهن هجڻ کپي. نه رڳو منڇر ڍنڍ پر سيوهڻ جي آبادگارن جو مسئلو به هن وقت انتهائي وڏو اشو (Burnning Issue) بڻجي پيو آهي. آبپاشيءَ جي لحاظ کان سيوهڻ تعلقو پڇڙيءَ جو تعلقو سڏجي ٿو. ان ڪري بئراجي آبپاشي نظام هيٺ سيوهڻ جي آبادگارن کي هڪ ڦڙو به درياهه جي پاڻي، جو نٿو ملي. منڇر ڍنڍ ئي انهن لاءِ واحد جياپي جو ذريعو بڻيل آهي. ان ڪري موجوده سرڪار سيوهڻ جي آبادگارن لاءِ پاڻيءَ جي مستقل حل لاءِ سيوهڻ بئراج ڏئي. ڪڏهن ڪڏهن سيوهڻ جي آبادگارن کي درياهه تي بيٺل ذريعي پمپنگ موٽر اسڪيم شروع ڪرائي ڏني وڃي، جيئن سن ۾ پهريان ئي اهڙي اسڪيم ڪاميابيءَ سان هلي رهي آهي.

## 6- چوٽياريون ڊئم ۽ منڇر ڊئم جي متاثرين جا رهيل معاوضا:

منڇر ڊئم ۽ چوٽياريون ڊئم سنڌ جا ٻه وڏا منصوبا آهن پر جهڙيءَ ريت سياسي ماڻهن ۽ بيوروڪريٽس انهن منصوبن جي خاص طور تي معاوضن جي مد ۾ هيرا ڦيري ۽ ڪاٽن ۽ سروي ۾ پنهنجي قلم جو ڪمال ڏيکاريو. ان جا اڄ به متاثر ماڻهو نقصان ڀوڳي رهيا آهن. چوٽياريون ڊئم جو ڪم آخري مرحلن ۾ آهي. هاڻي ٻه ڪجهه مهينا اڳ جڏهن چوٽياريون جو ڪم هلندي بلڊوزر هڪ ڳوٺ کي ڊاهڻ لاءِ پهتو تہ ڳوناڻن سخت مزاحمت ڪئي ۽ چيو تہ کين هڪ رپيو بہ ناهي مليو. هو پنهنجا گهر ڪونہ ڇڏيندا. پر مقامي پوليس ۽ قانون جا رکوالا پنهنجي طاقت جي زور تي چوٽياريون جو ڪم مڪمل ڪرڻ ڏانهن وڌي رهيا آهن. نارا ڪئنال جو پاڻي چوٽياريون ۾ وهايو پيو وڃي. جنهن سبب ڪيترائي ڳوٺ پاڻيءَ هيٺ اچي ويا آهن. ڳوناڻن جو چوڻ آهي تہ سرڪار کين بوڙڻ چاهي ٿي تہ جيئن اسين مجبور ٿي ڏورانهن علائقن ڏانهن لڏي وڃون. هزارين ماڻهو چوٽياريون ۾ اجان بہ رهن ٿا. ڪنهن بہ اتان ناهي لڏيو. لڏين بہ ڪيئن؟ سالن کان هو اتي زمينون آباد ڪن ٿا ۽ سندن زندگيءَ جو گاڏو هڪ رستي تي هلي پيو. پلا زندگيءَ جي گاڏي هلائڻ لاءِ پيچرا ناهڻ سولا آهن ڇا؟ پر سرڪار ضرور ڪانئن اهي پيچرا مٽرائيندي. جڏهن چوٽياريون ڊئم وارو ڪم مڪمل ٿيو تہ چوٽياريون جي بد نصيب ماڻهن کي بنان معاوضن جي لڏڻو پوندو. سرڪار کين لڏائڻ لاءِ نوٽيس بہ ڪو نہ ڏيندي. نارا ڪئنال پاڻي وهائڻ لاءِ تيار آهي ۽ جڏهن پاڻي وهي چوٽياريون جي پيٽ ۾ پهچندو تہ پاڻهي اهي مسڪين مارو ماڻهو لاڏائن وانگر آيل بوڏ کان اڳ ئي ٽپڙ ويڙهي وڃي ڪا بي جوءِ وسائيندا- خاموشيءَ سان. ڄڻ ڪجهہ بہ نہ ٿيو هجي!!

.... ۽ منچر جا مهاڻا ۽ آبادگار وري کهڙو آسرو ڪندا! پ پ جي اڳوڻيءَ حڪومت پنهنجي ماڻهن کي رقم ڏياري ۽ جڏهن وري پ پ حڪومت ايندي تہ وري منچر ڊئم جا پراڻا فائيل کلندا. رهيل پ پ جا جيالا وري موجون ماڻيندا. اهي ماڻهو ڪاتيدار ٻڌبا، جن جو ڪڏهن زمينداريءَ سان واسطو بہ نہ پيو هوندو. وري سرڪاري ڪامورا پنهنجي ذهانت جو استمال ڪندا. غير حقدار ماڻهو گهڻا ۽ حقدار ٿورا معاوضا وٺندا. وري فائيل بند ٿي ويندا ۽ پوءِ آهي ڪنهن کي مجال جو پراڻا فائيل کولرائي. چوٽياريون جا ماڻهو ڊئم جو ڪم مڪمل ٿيندي ئي ڊڄن ٿا تہ چاڻ ڪين ٽپڙ ٻڌڻا پوندا ۽ منچر جا ڪاتيدار روپوش ڏوهارين جيان مالياتي ادارن جي گرفتاريءَ جي ڊپ کان پره ڦٽيءَ سان ئي گهرن مان نڪرن ٿا ۽ لڙيءَ رات واپس اچن ٿا. ڪيترائي ڏينهن تہ هو ڳوٺ جو منهن بہ نہ ٿا ڪن. منچر ڍنڍ ۾ پاڻي ڪونهي، منچر ڍنڍ ۾ وينل مهاڻا برسات جي آسري ۾ آهن. پر گذريل 5 سالن کان برسات بہ منچر تي نہ ٿي وسي. نوٽ سڪل منچر ڍنڍ ڪنهن ڳوناٽي سڪل تلاءَ يا دٻي جو ڏيک ڏئي رهي آهي. منچر ۾ اڄ ايترو پاڻي بہ ڪونهي جو مهاڻا پنهنجا بيڙا پاڻيءَ ۾ لاهين. قدرت جو عجيب ڪرشمو آهي تہ چوٽياريون ۾ پاڻي ماڻهن کي لڏائي رهيو آهي ۽ منچر واسين کي ڍنڍ جي سوڪ لڏاڻ تي مجبور ڪري رهي آهي. آخر اهڙن ماڻهن سان انصاف ڪڏهن ٿيندو؟ انصاف ٿيندو تہ ڪير انصاف ڪندو؟ وڏ ۾ وڏ حڪومت معاملي جي انڪواري ڪرائي سگهي ٿي. انڪواري تہ ٻنهي پراجيڪٽن تي هلندڙ آهي ۽ انڪواري ڪرڻ وارا بہ تہ بيوروڪرئٽس آهن. اهي ڪهڙي انڪواري ڪندا؟ يعني بيوروڪرئٽس ئي پراجيڪٽس کي ڪاڄ سمجهي کاڌو ۽ انڪواري بہ انهن جا دوست بيورو ڪرئٽ ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن حڪومت چوٽياريون ۽ منچر جي متاثرين سان ٿوري بہ همدردي رکي ٿي تہ پوءِ ٻنان دير ٻنهي پراجيڪٽس ۾ ٿيل ادائگين جي سلسلي ۾ هاءِ ڪورٽ سنڌ جي چيف جسٽس ۽ ججن تي مشتمل هڪ ڪاميٽيءَ کان انڪواري

ڪرائي وجي ۽ رپورٽ جي اڌار تي ملوث ماڻهن ۽ آفيسرن کي سزائون ڏنيون وڃن تہ جيئن آئينده اهڙن عملن جو ورجاءُ ٿي نہ سگهي.

مٿي ذڪر ڪيل مسئلن کان علاوه سنڌ ۾ زراعت سان لاڳاپيل بيا بہ انيڪ مسئلا آهن، جيڪي سرڪار جي ڌيان تي ضرور هوندا. پر هن وقت جڏهن سيد علي مير شاهہ جهڙو قداور ماڻهو حڪومت ۾ شامل ٿي ويو آهي، تہ ان صورتحال ۾ حڪومت کي صحيح فيصلي جو پاسند بڻائڻ لاءِ سنيالي قدم کڻڻا پوندا. خاص طور تي، جڏهن اڳئين آبپاشي وزير اي ايس جي عباسي استعيفا ڏئي ڇڏي هئي. ان ڪابينهءِ سيد علي مير شاهہ تي رڏيڪ بار اهي، ڇو تہ ڪيس هر حال ۾ پاڻيءَ جي معاملي تي اي ايس جي عباسي واري مؤقف تان ناهي هٽڻو. جيڪڏهن هن پويان پير ڪيا تہ سنڌ جا ماڻهو سائين آگريون کڻڻ شروع ڪندا. علي مير شاهہ نہ رڳو مشهور ۽ ڄاتو آبادگار آهي، جيڪو زرعي مسئلن کان ويندي پاڻيءَ جي معاملي تي مڪمل ڄاڻ رکي ٿو، پر هو سنڌ جي معتبر زميندارن (Cream of Abadgars) جي نمائنده جماعت سنڌ آبادگار بورڊ جو صدر پڻ آهي. ان ڪري تازو هتي حيدرآباد ۾ بورڊ جي ماهوار گڏجاڻيءَ ۾ اڪثر آبادگارن ڪجهہ مهينا اڳ مٿس زور پريو تہ هاڻي جڏهن ڪيس موقعو مليو ٿي آهي تہ هو سنڌ جي زراعت سان لاڳاپيل اهي مسئلا حل ڪرائي، جيڪي سالن کان التوا ۾ پيل رهيا آهن. گڏو گڏ ان ميٽنگ ۾ جهڙيءَ طرح آبادگارن طرفان پاڻيءَ جي ڪوٽ جي حوالي سان "پنجاب" لفظ پاران "مٿان وارن" لفظ استعمال ڪيو ويو، ان مان بہ نہ رڳو حيرت پر اها حقيقت بہ ظاهر ٿئي ٿي تہ حڪومت ۾ رهي، سنڌ جي مسئلن تي استعفيٰ ونڃڻ تہ حق ڇئي ڇڏڻ. شاهہ لطيف جي هنن سٽن جيان ڏڪيو آهي، جيڪي سڄڻن سيد علي مير شاهہ تي هن وقت نهڪي اچن ٿيون تہ.

"مون کي مون پرين ٻڌي وڌو بار ۾،

ايا ايئن ڇون، مچڻ پاند پسائيين"!

---

اچو تہ "نئين سنڌ" جي تعمير ڪريون

## سنڌ جي نيڪال واري پاڻيءَ جي صورتحال جو جائزو:

سنڌ ۾ ڪجهه وقت کان ابپاشيءَ ۽ زراعت جا ڪافي مسئلا پيدا ٿي چڪا آهن. سڀ کان وڏو ۽ اهم مسئلو آهي پاڻيءَ جي کوٽ. ٻئي نمبر تي سم ۽ ڪلر جي پاڻيءَ جو اخراج آهي. سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ جي ڪري سنڌ جون لکين ايڪڙ زمينون غير اباد ٿي چڪيون آهن ۽ وڏيڪ زمينون هر ڏينهن تي خراب ٿينديون رهن ٿيون. زرعي اپت جو دارومدار بہ بهتر ابپاشيءَ نظام تي هوندو آهي. سکر بئراج ۽ ٻين بئراجن جي ڪري بهتر ابپاشي نظام لاءِ شاخون واهن، مائينرن، واٽر ڪورس جو ڄار وڇايل آهي. پر پاڻيءَ جي مسلسل کوٽ اُن سڄي نظام کي ناڪارو بڻائي ڇڏيو آهي. آبپاشي نظام کي وڌيڪ بهتر بنائڻ لاءِ ۽ سم ۽ ڪلر ختم ڪرڻ لاءِ سنڌ حڪومت وقت بوقت ورلڊ بئنڪ ۽ ٻين بين الاقوامي مالياتي ادارن جي قرض امداد ۽ حڪومت پاڪستان جي سهڪار سان ڪيترائي منصوبا عمل ۾ پئي آندا آهن. انهن منصوبن ۾ بہ تمام وڏا ۽ اهم منصوبا شامل آهن. هڪ آهي سنڌو درياهه جي کاٻي ڪپ تي سم ۽ ڪلر کي ختم ڪرڻ جو منصوبو، جنهن کي LBOD چيو ويندو آهي. هي منصوبو سنڌ ۾ نوابشاهه، سانگهڙ، مير پور خاص ۽ بدين ضلعي جي خراب ٿيل زمينن مان سم جو ڪجهه پاڻي کڻي 'لنڪ' ذريعي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. پر ان منصوبي جا بہ ٽائيڊل لنڪ جي حوالي سان چڱا نتيجا ناهن مليا. ڇو تہ ٽائيڊل لنڪ هوائن جي رخ مطابق ناهي نہ وئي آهي ۽ قدرتي وهڪري جي بہ خلاف آهي. ۽ سمنڊ جو پاڻي چوويهن ڪلاڪن ۾ ڪافي ڪلاڪ واپس ٽائيڊل لنڪ ۾اوپارو داخل ٿيندو رهي ٿو. جنهنڪري بدين ضلعي جي زمينن کي ڪو خاص فائدو حاصل نہ آهي. ان منصوبي سان البت سانگهڙ، نوابشاهه ۽ مير پور خاص جي زمينن کي ڪافي فائدو پهتو آهي. جو ڪيترن ئي غير آباد

زمينون وري آباد ٿي رهيون آهن. وڏا زميندار ته انهن خراب زمينن کي آباديءَ لائق به بڻائي ويا آهن. پر غريب هاري ۽ ننڍا زميندار زمينن بهتر ٿيڻ جي باوجود پيسي نه هجڻ ڪري زرعي اپت جي حوالي سان هيڏي وڏي منصوبي جو ميوو حاصل ڪري نه سگهيا آهن.

هن منصوبي جي هلندي سنڌ حڪومت اهڙي قسم جو هڪ ٻيو منصوبو پڻ عمل ۾ آندو جيڪو سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ جي خراب ٿيل زمينن جي سڌاري لاءِ هو. جنهن جو نالو RBOD آهي. RBOD جي ذريعي مٿينءَ سنڌ، بلوچستان، لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ جي سم جو ۽ ٻيو زهريلو پاڻي ڪڍي اڇلائڻو آهي. گذريل انن ڏهن سالن کان هن منصوبي تي ڪم هلندڙ آهي. پر ڪنهن به صوبائي حڪومت يا وفاقي حڪومت ڪو به اهڙو حتمي فيصلو نه ڪيو آهي ته انهيءَ زهريلي پاڻيءَ جو ڇوڙ ڪٿي ڪجي. هن مهل اهو سڄي جو سڄو ڪنو پاڻي مين نارا ويلي ڊرين ذريعي سنڌ جي ۽ ايشيا جي وڏي ۾ وڏيءَ ڍنڍ منڇر ۾ ڇڏيو وڃي پيو. اسان ۽ اوهان کي اها خبر آهي ته منڇر ڍنڍ صرف هڪ ڍنڍ نه آهي پر اها سنڌ جي قومي ثقافت جو اهم ترين اهڃاڻ به آهي. منڇر ۾ ڪيترن سالن کان انهيءَ پاڻيءَ جي پوڻ جي ڪري سڄيءَ منڇر جو مٺو پاڻي زهريلو ٿي ويو آهي. منڇر ۾ به لک رهندڙ مهاڻا سڄي زندگيءَ کان اهو ئي حياتي بخشيندڙ پاڻي پيئندا رهيا. اڄ منڇر ۾ رهندڙ لکن ماڻهن مان سندن وڏو حصو اتان لڏي چڪو آهي. سندن وسيلا ختم ٿي ويا آهن. ڪني پاڻي پيئڻ جي ڪري ماڻهن ۾ پيٽ جون بيماريون پکڙجي ويون آهن. منڇر جيڪا ٽن سون ميل جي پکيڙ تي مشتمل هئي سا هاڻي وڃي هڪ سؤ ميل جي پکيڙ تي بچي آهي. ان جي ست کان ستر سيڪڙو مڇي ختم ٿي چڪي آهي. سياري جي مند ۾ ٻاهران ايندڙ پکي پکڻ جو تعداد گهٽجي چڪو آهي. چند سال اڳي منڇر مان روزانو لکين روپين جي مڇي مرندي هئي، جيڪا هاڻي وڃي هزارن جي قيمت جي بچي آهي. ماڻهن جي اقتصادي حالت انتهائي خراب ٿي چڪي آهي.

سماجي طور تي خاندانن جا خاندان ڏتڙجي ويا آهن. ماحولياتي آلودگي چوڏاري ماڻهن کي ورائي چڪي آهي. منڇرڊنڊ پنهنجي پاڻيءَ سان سيوهڻ تعلقي جي 5 لک ايڪڙ زمين پڻ آباد ڪندي هئي. جيڪا هن صورتحال جي ڪري فقط ڪن هزارن ايڪڙن تائين باقي وڃي بيٺي آهي. سيوهڻ تعلقي جون 80% زمينون جيڪي منڇر تي آباد ٿينديون هيون سي RBOD جي زهريلي پاڻيءَ جي ڪري ناڪاره ٿي چڪيون آهن.

بد قسمتيءَ سان اسان جي سڄي ملڪ ۾ صحيح قسم جا ۽ حتمي فيصلا گهٽ ٿيندا آهن. آر بي او ڊي جي ڇوڙ جو مسئلو شروع ڪان وٺي هن مهل تائين هڪ وڏو مسئلو بڻيل رهيو آهي. مختلف حڪومتن مختلف وقتن تي آر بي او ڊي بابت مختلف فيصلا پئي ڪيا آهن. ڪنهن حڪومت هن ڪني پاڻيءَ کي سمنڊ ۾ ڇڏڻ لاءِ پئي سوچيو ته ڪنهن درياهه ۾ ڦٽو ڪرڻ لاءِ، ته وري ڪنهن ان کي منڇر ۾ ڇوڙ ڪرڻ لاءِ سوچيو. اصل ۾ اهو پاڻي جيڪو هن مهل بلوچستان ۽ سنڌ جو زهريلو پاڻي ڪٺي اچي ٿو، ۽ اڳيان هلي پنجاب جو به ڪنو پاڻي ان ۾ گڏ ٿيندو، سو سڄو سمنڊ ۾ اڇلڻ لاءِ هو. پر اڳين مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتن ۽ واپڊا جي هٺڌرميءَ انهيءَ گندي پاڻيءَ کي منڇر ۾ ڇڏيو جنهن سنڌ جي هڪ وڏي ضلعي کي تباهه ڪيو. پيپلزپارٽيءَ جي گذريل دؤر ۾ آر بي او ڊي جي ڇوڙ کي منڇر مان بدلائي درياهه ۾ وجهڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ ان تي ڪم به شروع ڪيو ويو جيڪو ڪم ڪروڙن روپين جي لاڳت سان 80% پورو ٿي چڪو آهي. بعد ۾ سنڌ جي ڪجهه سڃاڻ ماڻهن، سماجي تنظيمن (NGOs) جي اپياس تحت ۽ انهن جي شروعاتي تحريڪ ان ڪم کي ڪجهه وقت لاءِ روڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪجهه وقت لاءِ ڪم بيهجي ويو. ڇو ته جنهن پاڻيءَ منڇر کي تباهه ڪيو آهي اهو پاڻي جڏهن سنڌو درياهه ۾ ڇڏيو ويندو ته سيوهڻ ۽ سيوهڻ کان هيٺ اڌ سنڌ جون زرعي زمينون انهيءَ زهريلي پاڻيءَ هيٺ متاثر ٿيڻ لڳنديون ۽ سنڌ جون اهي سڀ زمينون سم ڪلر

جي مرض ۾ وڌيڪ مبتلا ٿيندئون. زرعي اپت گهٽبي. ماڻهو لڏڻ لڳندا ۽ سنڌ جي زرعي اقتصاديات کي ڪاپاري ڌڪ لڳندو. هن ڪئان اڳ ۾ صرف هڪ ضلعي تي اثر پئي ٿيو ۽ هاڻي هن صورتحال ۾ وري سڄيءَ سنڌ کي نقصان رسي ها. ڪجهه وقت جي خاموشيءَ کان پوءِ سنڌ جي اڳوڻي گورنر معين الدين حيدر پڻ ان ڪم کي روڪرايو. پر اوچتو وري هي ڪم شروع ٿي ويو. سنڌ جي ماڻهن وري هاءِ گهوڙا شروع ڪئي تہ ڪم بند ڪيو وڃي. پر ڪم آهستي آهستي هلندو رهي ٿو. ڪجهہ رڳيس دانهن جي ڪري ۽ ڪجهہ ڪجهہ ڳالهہ سنڌ حڪومت جي سمجهہ ۾ اچڻ جي ڪري، مرڪزي حڪومت ۽ واپڊا وٽ سنڌ حڪومت احتجاج ڪيو ۽ لکيو تہ پاڻي درياهہ ۾ نہ ڇڏيو وڃي. هتي هڪ راءِ حڙي تہ پاڻيءَ کي نہ درياهہ ۾ ڇڏيو وڃي، نہ وري ان کي منڇر ۾ ڇڏيو وڃي. ان کي جبلن ڏانهن بخارن ذريعي خارج ٿيندڙ ميداني ڪڏن (Evaporation Ponds) ۾ ڇڏيو وڃي. اڳيان هلي اها راءِ بہ نهي تہ اهو پاڻي جتي مقامي طور وهي اچي ٿو تہ ان کي انهن ئي علائقن ۾ ڇڏيو وڃي. جيئن بلوچستان جو بلوچستان ۾. لاڙڪاڻي جو لاڙڪاڻي واري پاسي ۽ دادو وارو دادوءَ وارن جبلن جي ڪليل ميداني اونهاين ۾ ڇڏيو وڃي. بچيل پاڻيءَ کي صاف ڪري پوءِ اڳيان ڇڏيو وڃي. ٻي راءِ اها آهي تہ ان کي تمام گهٽو اڳيان ڪٿي ڪراچيءَ جي پرسان ڪنهن برءِ اتي نئين ذريعي سمنڊ ڏانهن موڪليو وڃي. ٽين راءِ اها آهي تہ سنڌو درياءَ مان پار اڪاري اهو سڄو پاڻي سائفن ذريعي سمنڊ ڏانهن نيو وڃي. هن سڄي راءِ جوڙڻ ۾ سنڌ جي ڪجهہ سڄاڻ ۽ سمجهو انجنيئرن، سماجي ڪارڪنن، ۽ رهنمائن ۽ استادن ۽ سنڌ جي بين سڄاڻ ذرين، سيوهڻ تعلقي جي آبادگارن ۽ عبدالرسول ميمڻ جو وڏو ڪردار آهي. هن وقت صورتحال هيءَ اهي تہ ار بي او ڊي وارو زهريلو پاڻي منڇر ڍنڍ ۾ هڪ وڏي ڪئنال جي صورت ۾ پئجي رهيو اهي ۽ ان جو درياهہ ڏانهن ڇوڙ وارو ڪم بہ هلي رهيو اهي. سنڌ حڪومت جي راءِ اهي تہ اهو پاڻي في الوقت درياءَ ۾ نہ

ڇڏيو وڃي ۽ جيڪا صورتحال آهي سا برقرار رهي. سنڌ حڪومت تمام جلد به نئين نوان منصوبا ڪٽي اچڻ چاهي ٿي، جن ۾ متبادل حل هوندا. جنهن ۾ پاڻي نه درياه ۾ ڇڏيو ويندو ۽ نه منڇر ۾. پر متبادل حلن ۾ (Evaporation Ponds) (باف ذريعي ضايع ڪرڻ) يا سائفن ذريعي پاڻيءَ کي سمنڊ ۾ اڇلڻ يا وري نئين بارانڻ ذريعي سمند ۾ اڇلڻ شامل اهن. سنڌ حڪومت جو خيال آهي ته جيئن نه منڇر هڪ تمام وڏي قدرتي ڍنڍ آهي ان کي به بچائجي. پر في الوقت جيستائين نوان منصوبا اچن اوستائين منڇر ۾ اهو پاڻي وقتي طور پوندو رهي. واپڊا جو مؤقف آهي ته پاڻي منڇر مان ڪڏي درياه ۾ اڇلايو وڃي ۽ ان سان سنڌ جي هيٺين زمينن تي ڪو اثر نه پوندو. پر جيئن ته درياهه ۾ سوڪهڙو اهي ۽ ٿارو پاڻي تمام گهٽ آهي. انهيءَ ڪري آر بي او ڊي جو زهريلو پاڻي درياهه ذريعي ڇڏڻ زمينن لاءِ وڏيڪ هاجيڪار ٿيندو. واپڊا جو اهو به خيال آهي ته وقتي طور پاڻي درياهه ۾ پلي ڇڏيو وڃي ۽ ان جو مستقل حل مستقبل ۾ ڳولي ونبو. نه ته هن وقت ڪنهن به نئين منصوبي تي ڪم ڪرڻ لاءِ تمام گهڻا پئسا درڪار ٿيندا. واپڊا اهو سمجهي ٿي ته ماڻهن جي حياتين جي ڪا اهميت ڪانهي ڇو ته هوءِ پئسي کي وڌيڪ اهم سمجهي ٿي. اسين سمجهون ٿا ته سنڌ جو اڄيو، سنڌي ماڻهن جو مستقبل، سنڌي قوم جو وجود ڪنهن به طرح ۽ ڪيترن به پئسن کان وڌيڪ اهم آهي. هن مهل تائين سنڌ ۾ ۽ سڄي پاڪستان ۾ ڪيترن ئي منصوبن تي اربين روپيا خرچ ڪيا ويا آهن ۽ گهڻي ڀاڱي اهي منصوبا ناڪام ٿي ويا آهن. هن وقت ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سنڌ حڪومت کي پنهنجي فيصلي تي اٽل بيهڻ گهرجي، ۽ سنڌو درياهه ۽ منڇر کي بچائڻ جلد ۾ جلد متبادل منصوبا پيش ڪري ۽ عمل ۾ آڻائي، ته جيئن تمام گهڻي دير نه ٿي وڃي. وابڊا کي گهرجي ته هوءِ عقل منديءَ ۽ سمجهه سان ڪم ڪري ۽ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري ماڻهن جي مستقبل سان راند نه ڪيڏي. ۽ انهن نون منصوبن تي جيترو به خرچ ٿئي اهو حڪومت

پاڪستان پري. سنڌ هونئن ئي تمام گهڻن مسئلن ۾ گهيريل آهي. پر هي مسئلو هڪ انتهائي اهم، نازڪ ۽ ڳنڀير مسئلو آهي.

تازو، ڪجهه مهينا اڳ، وفاقي حڪومت /واپڊا، آر بي او ڊيءَ جو پاڻي سنڌو درياءَ بدران سڌو سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ جو حتمي فيصلو ڪيو آهي. پر اسين سمجهون ٿا ته اهڙي فيصلي کانپوءِ حڪومت پاران جهڙيءَ ريت رٿا تيار ڪئي ويئي آهي، ان ۾ايم اين وي ڊرين ذريعي منڇر بدران اهو پاڻي سيوهڻ ۽ لڪيءَ کان آٽي، جبلن مان گذاريندي، ڪوٽڙيءَ پل کان هيٺ، وري به درياءَ ۾ ڇوڙيو ويندو ۽ جيئن ته پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ اها اسڪيم لڳ ڀڳ 2 سؤ ڪلو ميٽر ڊگهي هوندي ان ڪري اندازو آهي ته ان ۾ ڏهاڪو کن سال لڳي وڃن. جڏهن ته حڪومت فوري طور تي آر بي او ڊي جي ڪاري پاڻيءَ جي نيڪال جو متبادل بندوبست ناهي ڪيو ۽ اهو پاڻي مسلسل منڇر ڍنڍ ۾ اڃ به وهي رهيو آهي. منڇر ڍنڍ جي تباهيءَ جي حوالي سان پاڻ مٿي ذڪر ڪري آياسين. ان ڍنڍ کي بچائڻ لاءِ حڪومت کي فوري طور تي ايم اين وي ڊرين وارو پاڻي منڇر ۾ ڇوڙ ڪرڻ کان روڪڻو پوندو نه ته ٻيءَ صورت ۾ صرف ٻن سالن اندر منڇر ڍنڍ سؤ سيڪڙو تباهه ٿي ويندي ۽ تباهه به اهڙي ٿيندي جو شايد ان جون رونقون يا عروج ٻيهر ڪڏهن به واپس آڻي نه سگهجن. ان ڪري وفاقي حڪومت /واپڊا في الحال آر بي او ڊي جي پاڻيءَ جي نيڪال جو منڇر بجاءِ جوهيءَ کان جبلن ۾ ڇوڙ ڪرڻ جو بندوبست ڪري، جيسين پاڻيءَ جي مستقل نيڪال لاءِ سمنڊ تائين ڪا اسڪيم مڪمل ٿئي ۽ عمل ۾ اچي.

# سنڌ ۾ بيروزگاريءَ جي صورتحال جو جائزو:

سنڌ پهريون صوبو هو، جتي ملازمن جي ڇانٽيءَ لاءِ ڊائون سائيزنگ واري اصطلاح تي عملي ڪم ڪرايو ويو. اهو نواز شريف جي پوئين حڪومت جو پهريون سال هو، جو سنڌ جي بئنڪن ۾ پهريان يوبي ايل بئنڪ مان سنڌ جا سوين ملازم سرپلس پول ۾ رکڻ جو اعلان ڪيو ويو. بعد ۾ ٻين بئنڪن جا ملازم به انهن سان شامل ڪيا ويا. تڏهن ملازمن جو تعداد هزارن ۾ٿي ويو. انهن ملازمن مان ڪجهه ملازم روينيو ڊپارٽمنٽ، انڪم ٽئڪس ۽ ٻين کاتن ۾ کپايا ويا باقي هزارين ملازمن کي گولڊن هئنڊ شيڪ اسڪيم هيٺ فارغ ڪيو ويو. شايد سنڌ مان ڪڏهن اهي پهريان ملازم هئا، جيڪي سرڪار جي اهڙي فيصلي سبب متاثر ٿيا. پر افسوس، جو سنڌ جا هزارين ملازم فارغ ڪرڻ تي ڪو به وڏو رد عمل نه ٿيو. سڀ ڌريون خاموش هيون. سياسي، سماجي توڙي انساني حقن جا علمبردار لائل ملازمن جي بي روزگاري روڪي ته نه سگهيا، پر بعد ۾ ملازمن جي لاهڻ لاءِ ڪيل تيارين به رڪجي نه سگهيون، ۽ صرف ٻن سالن اندر ملازمن جي هڪ وڏيءَ کيپ کي سرڪاري ادارن مان ڌڪي ٻاهر ڪڍيو ويو.

سنڌ ۾ اڳ ئي ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ بيروز گاريءَ جي شرح گهٽي آهي. سرحد جا پناڻ پوري ملڪ ۾ روزگار بهاني ٽڙيل پکڙيل آهن . پاڪستان کان وينڌي افغانستان، ايران ۽ روس، پورو بيلٽ پناڻن جي روزگار لاءِ ڪافي آهي. جڏهن پنجاب ۾ زراعت تيزيءَ سان ترقي ڪري رهي آهي ۽ اتان جا 70-سيڪڙو ماڻهو نه رڳو زرعي زمين کيڙين ٿا پر زرعي اپت تي ئي انحصار ڪن ٿا. پنجاب جا ماڻهو سٺي ۽ بهتر زراعت سبب پنهنجي صوبي ۾ خوشحال آهن. زراعت کان علاوه پاڪستان جي بهترين انڊسٽري به پنجاب ۾ آهي.

پنجاب ۾ تقريبن هر ضلعي ۾ سون جي تعداد ۾ اند سٽريز ۽ ڪاٽيج انڊسٽريز آهن. اتي بيروزگاريءَ جي شرح سنڌ کان ٻنهه گهٽ آهي ۽ بلوچستان جي صورتحال سنڌ کان گهڻي مختلف ڪانهي. پر پوءِ بہ اتي قبائلي ۽ سرداري نظام آهي ۽ اتي سرحدي ملڪن ايران ۽ روس مان اسمگل ٿي ايندڙ مال ۽ معدنيات ڪافي حد تائين بلوچستان جي عوام لاءِ روزگار جو ذريعو بڻيل آهن. سنڌ ئي اهو بدنصيب صوبو آهي. جنهن جي بهتر زرعي زمين هجڻ باوجود نہ تہ زراعت خاطر خواه ترقي ڪري سگهي آهي ۽ نہ ئي وري ڪراچيءَ ڪانسواءِ ٻئي هنڌ اتي انڊسٽري پيرڪوڙي سگهي آهي. هڪ سوچيل سمجهيل سازش هيٺ سنڌ جي ترقيءَ کي روڪيو ويو آهي. سنڌ جتي ارڙهين صديءَ جي آخر تائين پنجاب جي پيٽ ۾ ٻيڻ تي زمين آباد ٿيندي هئي. اتي هاڻي ڏينهون ڏينهن زرعي پاڻيءَ جي کوٽ سبب زمين جي پوکائيءَ ۾ ڪمي آئي آهي. هڪ اندازي موجب هر سال هزارين ايڪڙ زمين جي گهٽ پوکائي ٿئي ٿي. پهريان ڦٽيون، پوءِ ساريون ۽ هاڻي ڪمند جي پوکيءَ جي ايراضي گهڻي گهٽ آهي. اهوئي سبب آهي جو زراعت گهٽ ٿيڻ سبب سنڌ ۾ بيروزگاريءَ جي شرح ۾ واڌ ٿي آهي . اهي خاندان جيڪي سالن کان پوکي راهي ڪندا آيا آهن. هاڻي زراعت انهن جي جياپي (Survival) جو ذريعو ناهي. هو صرف زراعت تي انحصار نہ ٿا ڪري سگهن. نہ رڳو اهي پر انهن جو اولاد پڻ پريشان آهي. جيڪي پنهنجن ابن ڏاڏن جي ڪرت ڇڏي، ڪنهن ٻئي روزگار جي تلاش ۾ آهن.

ان طرح سنڌ ۾ ڪمزور انڊسٽريءَ ۽ بهتر زراعت نہ هجڻ سبب ماڻهو روزگار لاءِ ڪنهن ٻيءَ آپشن تي غور ڪري رهيا آهن. ۽ اتي حڪومت تيئن وڌيڪ منفي ڪردار ادا ڪري رهي آهي. مٿين سببن کان علاوه وڌندڙ بيروزگاريءَ جا ٻہ وڏا مک ڪارڻ اهن:

(1) گذريل اٺن سالن کان نوڪرين تي پابندي.

(2) سين پرنس تي پابنديءَ دوران ادارن مان وڌيڪ ملازمن جي نيڪالي.

پيپلز پارٽي پنهنجي پوئين دور حڪومت ۾ سرڪاري ادارن ۾ وڏيڪ ملازمن جي ڀرتيءَ تي پابندي لڳائي . جيڪا اڻ سال گذري وڃڻ باوجود اڃان برقرار آهي. انهن سالن کان نيون ڀرتيون نه ٿيڻ سبب سنڌ ۾ بيروزگاريءَ جو انگ گهڻو وڌيو آهي. ڀرتين تي پابندي هٽڻ جي باوجود ڪنهن به تعليمي اداري ۾ مختلف ڊگرين لاءِ سيٽن جي ڪوٽا ناهي گهٽائي وئي. اونري ٿي تعداد بلڪ اڃان وڏيڪ تعداد ۾ نوجوان ڊگريون وٺي رهيا آهن پر سندن ڪنهن به اداري ۾ کپت ناهي. ڊاڪٽر، انجنيئر، ڊپلوما هولڊر مطلب ته هن وقت سنڌ ۾ هزارين نوجوان هر سال يونيورسٽين ۽ ٻين اعليٰ تعليمي ادارن مان ڊگريون وٺي مايوس ٿي وينا آهن. جڏهن ته انٽر پاس ڪيل نوجوانن جو تعداد لکن ۾ آهي. جيڪي نوڪرين جي آسري نه هجڻ ڪري ڪو بيو ڌنڌو ڌاڙي ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيا آهن. انٽر پاس يا پرائيويٽ گريجوئيشن يا پوسٽ گريجوئيشن ڪندڙ نوجوانن کي ته روزگار نه ٿو ملي، پر انهن نوجوانن ڪهڙو ڏوهه ڪيو جيڪي چار سال يونيورسٽيءَ يا ڪنهن بئي اعليٰ تعليمي اداري مان گريجوئيشن ڪن ٿا . پروفيشنل ڊگرين دوران هو نه رڳو پنهنجي زندگيءَ جا چار سال خرچ ڪن ٿا پر پڙهائيءَ دوران لکين رپيا پڻ خرچ ڪن ٿا . پر نوڪرين جا دروازا مٿن بند آهن. دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ايئن ناهي. اعليٰ تعليم يافته نوجوانن کي نوڪري ڏيڻ حڪومت جي ذميواري آهي. پر اسان وٽ بدنصيبي اها آهي ته پروفيشنل ڊگرين جي داخلا لاءِ ڪڏهن به "ڊمانڊ ۽ سپلاءِ" کي اڳيو ناهي رکيو ويو ڪهڙيءَ ڊگريءَ جي ڪيتري گهرج / کپت آهي . ان کان هٽي بلڪ ان ضرورت کان گهڻي وڏيڪ تعداد ۾ داخلائون ڏنيون وينديون وڃن ۽ نتيجي ۾ انهن نوجوانن لاءِ سانن کان ڪميشن ناهي ٿي. مهراڻ يونيورسٽي ، قائد عوام يونيورسٽي ، ايس اي ڊي يونيورسٽي ۽ ٻيا ادارا هر سال ڏڏاڏڙ شاگردن کي انجنيئرنگ جون ڊگريون ڏئي رهيا آهن. ساڳي صورتحال زرعي

يونيورسٽين ۽ ميڊيڪل ڪاليجن جي بہ آهي. اهڙن ادارن ۾ رڳو مخصوص ڪيل سيٽن جي تعداد موجب داخلائون ڪو نہ ٿيون ڏنيون وڃن پر مختلف ڪوٽائن تي داخلائون وڌنديون رهن ٿيون. ممتاز ڀٽو جي نگران وزير اعليٰ جي دور ۾ معلوم ٿيو تہ رڳو ايل ايم سي ڄامشورو ۾ هڪ سو ڪان وڌيڪ شاگردن کي داخلائون ڏنيون ويون . ساڳي صورتحال ٻين ادارن جي بہ آهي، جتي ضرورت آهي ڏهن شاگردن جي، اتي پنجاهہ شاگرد ڊگريون وٺي ٿا اچن. ٻئي طرف نوڪري نہ ڏيڻ سان رڳو بيروزگاري ناهي وڌي پر پورن اٺن سالن گذري وڃڻ دوران مختلف کاتن مان هزارين ملازم رٽائر ٿيا آهن ، جن جون جايون بہ خالي پيل آهن.

(2) سنڌ سرڪار نيون ڀرتيون تہ ڪانہ پئي ڪري پر مرڳو سرڪاري ادارن ۾ سالن کان ڪم ڪندڙ ملازمن کي نوڪرين تان فارغ ڪري رهي آهي . بئنڪن، سوئي گئس، ائگريڪلچر، اسٽيل مل ،پي آءِ ئي، ڪي اي ايس سي ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا ادارا آهن جتان هزارن جي تعداد ۾ ملازمن کي فارغ ڪيو ويو آهي. ايس آر ٽي سيءَ جهڙو مضبوط ۽ پاڻ ڪمائيندڙ ادارو بند ڪيو ويو آهي ۽ ملازمن کي گولڊن هئنڊ شيڪ جو آسرو ڏئي فارغ ڪيو ويو آهي، جن کي اجان سوڌو ادائگيون ناهن ڪيون ويون. نوڪرين تان لاٿل اهي ملازم پنهنجي زندگيءَ جو نئون سفر ڪيئن ٿا شروع ڪن اهو ڪنهن ڄاتو آهي؟ ڪيترائي پيرا بک ۽ بدحاليءَ جا واڪا ڪندي انهن لاٿل ملازمن پنهنجا احتجاج رڪارڊ ڪرايا آهن . بک هڙتالون ، پريس ڪانفرسون مطلب تہ احتجاج جا سمورا قانوني طريقا اختيار ڪيا ويا آهن . ڪيترن ئي کاتن جي ملازمن ڪورٽن ۾ ڪيس بہ داخل ڪيا آهن ، جن جا ڪيس بہ هلندڙ آهن پر معاملو اجان اتي جو اتي آهي.

گذريل ڪيتري عرصي کان سنڌ مان فارغ ڪيل ڪانٽرئڪٽ ڊاڪٽرن جو مسئلو اڃان حل ناهي ٿي سگهيو. سؤ کان وڌيڪ ائگريڪلچرل گرئجوئيٽ ڪميشن پاس ڪرڻ باوجود فارغ ويٺا آهن. حڪومت کين نوڪريون نہ ٿي ڏئي.

مٿي ذڪر ڪيل سمورن سببن جي ڪري گذريل اٺن سالن اندر سنڌ ۾ بيروزگارن جي هڪ وڏي کيپ جڙي آهي . لکن جي تعداد ۾ نوجوان نوڪرين جي آسري نہ هجڻ سبب سخت مايوس ۽ پريشان آهن.

سنڌ ۾ بيروزگاريءَ سبب غربت ۾ گهڻو اضافو ٿيو آهي . سنڌ ۾ في ڪس آمدني گهٽ ٿي آهي ۽ هڪ اندازي موجب سنڌ ۾ 30 سيڪڙو ماڻهو غربت واريءَ ليڪ کان بہ هيٺ واري زندگي گذاري رهيا آهن. سنڌ ۾ خوشين بجاءِ نااميدي ۽ مايوسيءَ وارو ماحول آهي. سنڌ ۾ گذريل چند سالن اندر خودڪشين جي واقعن ۾ اضافو ٿيو آهي. خودڪشين جي واقعن مان حاصل ڪيل ڄاڻ بعد معلوم ٿيو آهي تہ انهن جا اڪثر ڪارڻ بيروزگاري ۽ مالي پريشاني آهن. فوري ضرورت آهي تہ سنڌ جي زراعت ۽ انڊسٽريءَ کي هٿي وٺرائي پنهنجي پيرن تي بيهاريو وڃي. حڪومت گولڊن هئنڊ شيڪ ڪانسواءِ لاٿل ملازم بحال ڪري ۽ نوجوانن کي نوڪريون ڏيڻ لاءِ مختلف کاتن ۾ نوڪريون پيدا ڪري. پر افسوس. هتي تہ نوجوانن کي نوڪريون ڏيڻ بجاءِ وڌيڪ 43-هزار ملازمن جي نوڪرين ختم ڪرڻ جون ڳالهيون هلي رهيون آهن. گذريل هڪ هفتي کان هلندڙ اهڙين ڳالهين سبب سند جي اهڙن متاثر ٿيندڙ ملازمن جي سخت مايوسيءَ ۽ پريشانيءَ واري حالت آهي. هن حالت ۾ ملڪ جي مستقبل قريب ۾ امن امان ۽ عام سلامتيءَ جي صورتحال تي سوچيندي دل ڪنبي ٿي.

# سنڌ جي عورت: هڪ جائزو

اهو ته طئہ آهي ته اسان جي ترقي نه ٿيڻ جي انيڪ سببن ۾ هڪڙو وڏو ۽ اهم ڪارڻ اهو به آهي ته اسان پنهنجي اڌ وجود کي مفلوج رکيو آهي. ٿلهي ليکي چئجي ته به سنڌ جي موجوده آباديءَ ۾ عورتن جو تناسب 50 سيڪڙو آهي ۽ بدنصيبي اها آهي ته اهو هيڏو وڏو انساني سرمايو دنيا جي ڪارخاني ۾ ڇڻ بي مصرف ۽ فضول پيو آهي. جنهن جا ذميوار اسين پاڻ آهيون. سنڌ جي اقتصادي توڙي معاشي، سياسي توڙي سماجي، هر طرح جي ابتريءَ جو ذڪر ڪندي اسين سنڌ جي ماڻهن جي پريشانين ۽ مسئلن جي اپٽار ڪرڻ مهل اهو وساري ويهندا آهيون ته گهر کان اڪثر وقت ٻاهر گذاريندڙ ڪا، هنوار ۾ ۽ ڄر پر ۾ وڏيءَ حد تائين پنهنجي اختيار ۽ وس وارو هڪ عام مرد به هن نظام ۾ گهٽ، ٻوسٽ ۽ جبر محسوس ڪري ٿو ۽ هڪ عام ماڻهو، جنهن سطح جي قومي نا برابري ۽ ۽ طبقاتي ناهمواريءَ جو شڪار آهي ته سنڌي سماج جي هڪ عام عورت ڪيڏي نه وڏي پيڙا ۽ پوڳنا مان گذرندي هوندي جيڪا هڪڙي ٿي هنڌ رهي ٿي؟!.

مختصر لفظن ۾ ته غلام سماج جي غلام فرد جي گهر ۾ موجود عورت ڪيتري غلام آهي ۽ ان جي غلامي در غلامي ڪيتري طويل آهي. اهو فقط ان ڳالهه مان اندزو لڳائي سگهجي ٿو ته هتي مرد هٿان بي موت مارجندڙ عورت کي ڪسجڻ وقت اها خبر به نه هوندي آهي ته سندس وجود کي ڳيا ڳيا ڪندڙ ڪهاڙيون. ڪهڙي ڪارڻ آئيون ٿيون هيون. لطيف سرڪار جي هن بيت وانگر ته.

سرجيس تان سور، سامايس تان سک ويا.
اهي ٻئي پور، مون نماڻيءَ نصيب ٿيا.

1998ع جي ڪرايل ادمشماريءِ جي سرڪاري انگن اکرن موجب سنڌ جي ڪل آبادي 3 ڪروڙ چاليهه لک هئي. جنهن جو اٽڪل 70 سيڪڙو ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ رهي ٿو. ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جي اقتصاديات بابت لکندي ۽ ڳالهائيندي بار بار اهو ورجائيندا آهيون ته "انهن جو دارومدار زراعت تي آهي" پر ڪڏهن ان جملي کي اسان هن ريت نه سمجهيو آهي:

"ٻهراڙين ۽ ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهن جي گذر سفر جو دارومدار فقط ۽ فقط زراعت تي آهي."

حقيقت آهي به ائين ڇو ته جيئن پاڻ "نوڪرين واري جائزي" ۾ پڙهي آيا آهيون ته سنڌي ماڻهن لاءِ سرڪاري توڙي خانگي نوڪرين ۾ روزگار ڇڻ نه آهي ڪونه. ٻاهرين ماڻهن، ٻين صوبن جي ماڻهن ويندي هر طرح سان نا اهل ماڻهن کي سنڌ جي اصل ۽ مقامي ماڻهن مٿان ترجيح ڏني ويندي آهي. ڪراچي سنڌ جو ۽ ملڪ جو واحد وڏو شهر آهي. جيڪو روزگار ڏيندڙ ۽ غريب پرور شهر آهي، اُن ۾ ڪجهه خانگي توڙي سرڪاري ڪاتن ۾ سنڌي ماڻهن کي نه نظر ڏنياٽيءَ طور روزگار نصيب ٿيو آهي. باقي سنڌ ۾ جيڪي ڪارخانا ۽ انڊسٽريون آهن. تن جا حال پاڻ اڳي ئي ساري چڪا آهيون.

سنڌ ۾ اٽڪل 60 هزار ڪن ڳوٺ ۽ وسنديون آهن. جن ۾ سنڌ جي آباديءَ جو 70 سيڪڙو حصو رهي ٿو ۽ ان آباديءَ مان 80 سيڪڙو ڪنٽب اهي آهن جن کي سنڀاليندڙ هاري، دڪاندار، ننڍا آبادگار، بي زمين ڪڙمي، مزدور، پورهيت، مهاٽا ۽ گهٽ آمدنيءَ وارا سرڪاري ۽ خانگي ملازم آهن ۽ جيڪڏهن ٿورڙو به ڌيان سان ڏسجي ته سنڌ جي سموري ٻهراڙيءَ جو دارومدار زراعت جي چوڦير ڦرندي نظر ايندو. هڪ محتاط اندازي مطابق سنڌ جي ٻهراڙين ۾ رهندڙ آباديءَ جو 95 سيڪڙو ماڻهن جي في ڪس آمدني (Per capatia) روزانو پنجاهه روپين تائين مس آهي. ۽ سنڌ جي عورت جو. جيڪا سنڌ جي آباديءَ جو 50 سيڪڙو آهي. هڪ وڏو تعداد يعني 35 سيڪڙو

ٻهراڙين ۾ رهي ٿو ۽ ان جو 95 سيڪڙو حصو زراعت سان سڌيءَ ۽ اڻ سڌيءَ طرح وابستہ هوندي بہ اقتصادي طرح ٻين جي ڪفالت تي زندگي گذاري ٿو!

سرڪاري انگن اکرن موجب ملڪ ۾ غربت جي شرح 34 سيڪڙو آهي. سنڌ جي سماجياتي ماهرن جي ڪيل هڪ اندازي موجب تہ سنڌ جي ٻهراڙين ۾ غربت جي شرح 60 سيڪڙو کان بہ وڌيڪ آهي. 22 سيپٽمبر 2000ع تي سنڌ جي ڪابينا، سنڌ ۾ بي روزگاريءَ کي سڀ کان وڏو مسئلو قرار ڏنو هو ۽ جيڪڏهن ڏسجي تہ اهو مسئلو، سنڌ جي ٻهراڙين جو مسئلو آهي، جتي زراعت جي تباهيءَ سبب هاڻ زراعت ۽ ان سان لاڳاپيل شعبا روزگار ڏئي نہ ٿا سگهن. جنهن تي سنڌ جي ٻهراڙين جو دارومدار هو، سنڌ جو وڏو مسئلو "بي روزگاري" آهي. پر عام طور تي روزگار فقط مردن لاءِ ئي ۽ اهو بہ خاص طور ڊگري يافتہ نوجوانن لاءِ مخصوص سمجهيو ويندو آهي، جڏهن تہ سڌيءَ ۽ اڻ سڌيءَ طرح اهو عذاب عورتن کي ڀوڳڻو پوندو آهي. عورتن کي نہ رڳو روزگار جي ضرورت هوندي آهي، پر ساڳئي وقت هر قسم جي تحفظ جي گهرج پڻ هوندي آهي. معاشري جي عدم مساوات، روايت پرستيءَ ۽ جهالت سبب هڪ تہ عورتون لکڻ پڙهڻ کان محروم رهن ٿيون ۽ ٻيو تہ جيڪڏهن ڪنهن بہ ريت بہ چار درجا پڙهن بہ ٿيون تہ مٿن روزگار نہ ڪرڻ جون پابنديون ذار تہ روزگار جا دروازا اڳي ئي بند آهن. ان کان علاوه جيڪڏهن ڏسجي تہ سنڌ ۾ جيڪا لڳ ڀڳ هڪ ڏهاڪي کان، هر ڏسا ۾ Status quo واري صورتحال آهي ۽ ڪنهن بہ کيتر ۾ ذڪر جوڳي واڌ نہ ٿي آهي. ان ۾ سنڌ جي عورتن کي سماجي سطح تي اڳتي اچڻ نہ ڏنو آهي. جيڪڏهن انهن علائقن جا ڪجهہ مثال ونجن، جتي گئس، تيل يا گرينائيٽ مليو آهي اتي جي عورتن جي زندگي تي ڪو هاڪاري اثر چو نہ پيو آهي تہ سمجهہ ۾ ايندو تہ اتان جي عورتن جي اقتصاديات تي هاڪاري اثر نہ پيو تنهن ڪري انهن جي زندگيءَ ۾ ڪا بہ رمق پيدا نہ ٿي آهي.

هتي اچي اهو واضح ڪرڻ تمام ضروري آهي تہ جهڙيءَ ريت روزگار جو ذڪر ڪندي يا زندگيءَ جي ڪنهن بہ رُخ تي ڳالهائيندي، اسان Gender Discrimination جو شڪار ٿي ويندا آهيون. بلڪل ائين اسان پنهنجي اقليتن کي بہ وساري ويهندا آهيون. جيڪڏهن ان ڳالهہ کي مختصر ۾ سادن لفظن ۾ هن ريت بيان ڪجي تہ عورتون ۽ اقليتون. اسانجي سماج ۾ بلڪل اهڙي ئي طرح نظر انداز ٿيل آهن. جيئن اڳاٽي زماني ۾ "شودر" ۽ موجوده دؤر ۾ "دلت" آهن تہ اهو ڪو وڏاءُ نہ چئبو. جيڪڏهن سنڌ جي عورتن جي حالتن تي لکندي سماجيات جو ڪو ماهر اهو چوي تہ سنڌ جون عورتون ٽين دنيا جي مظلوم ترين مخلوق منجهان آهن تہ ان تي ڪي بہ رايا ڪونہ ٿيندا پر جڏهن سنڌ جي اقليتن ۽ خاص طور تي اقليتي عورتن جي حالت جو سوچيندا سين تہ اسان جي ذهن ۾ ٽين دنيا جي اندر هڪ ٻي "ٽين دنيا" جو خاڪو پيدا ٿيندو. سچ تہ اهو آهي تہ اقليتي عورتن جي ذڪر سان گڏ لفظ "اقليت" جو استعمال بہ ڇڻ سنڌ جي اصل ۽ خالص مقامي آباديءَ جو استحصال ڪرڻ آهي. جهالت، جيڪا ذهنن ۾ صدين کان ديرو ڄمائي ويٺي آهي، ان اسان جي سماج کي ايترو نهوڙيو آهي جو سنڌ جا اصلي باشندا (Indigenenous) مينگهواڙ، ڪولهي، ريباڙي، باگڙي، جوڳي ۽ اوڏ. سنڌ ۾ يعني پنهنجي ئي ديس ۾ ڪنهن ٻئي سياري جي مخلوق (Alien) بڻيل آهن تہ انهن جي عورتن جي سماجي بيهڪ ڇا هوندي، اهو ڪو بہ با شعور ماڻهو اندازو لڳائي سگهي ٿو. پنهنجي دل تي هٿ رکي جيڪڏهن خدا ڪارڻ ڳالهہ ڪجي تہ جن عقوبتن ۾ ذڪر ڪيل برادريون ۽ انهن جون عورتون زندهہ رهي ٿيون ۽ پنهنجي بقا ۽ بچاءَ جي جهد ۾ رڌل آهن، انهن حالتن ۾ پنهنجو وجود برقرار رکڻ ڪنهن ڪارنامي کان گهٽ آهي؟ ذلتن جي ماريل انهن ماڻهن جون باهمت عورتون نہ هجن تہ شايد اهي برادريون، يا تہ ڪتابن ۾ مذڪور هجن ها يا عجائب خانن ۾ "عبرت جو سامان" بڻيل هجن ها. پر ڌرتيءَ تي موجود نہ هجن ها. سنڌ ۾ عورتن جي حقن جي لتاڙ تمام

وڏي پئماني تي ٿئي ٿي. جنهن لاءِ اڄ ڪلهه جي تنتبشي صحافت (Investigative Reporting) انگ اکر ڏيڻ جو هڪڙو رجحان پيدا ڪيو آهي. پر اجان تائين باقاعدي هڪ اداري جي سطح تي سنڌ ۾ اقليتي عورتن سان ٿيندڙ اڪيچار ڏاڍاين خلاف ڪي عملي ۽ ڪارگر اپاءَ به ورتا نه ويا آهن.

هتي اچي هڪڙي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي. پاڻ وٽ هر ڳالهه جو اختتامي ڪلمو (Winding up-note) اهو هوندو آهي ته "تعليم سان هر شيءِ درست ٿي ويندي". جيڪڏهن ان ڳالهه کي مفروضو بڻائيندي هڪ گهڙيءَ لاءِ تصور ڪيون ته هڪ ڏينهن اوچتو ڪنهن جادوءَ سان سنڌ جو هر ماڻهو ايم اي پاس ٿي وڃي ٿو ته: ڇا ان وقت سنڌ ۾ عورتن سان انياءَ ڪان وٺي عام ماڻهوءَ کي گهيري ۾ وڪوڙي رکندڙ غربت ۽ بدحالي ختم ٿي ويندا؟ ان جو جواب اهو آهي ته فقط تعليم يا ڊگريون مسئلي جو حل نه آهن ۽ نه وري رڳو خواندگيءَ جي شرح وڌڻ سان سماجي ترقيءَ جا سڀ دروازا کلي پوندا آهن. پر ان جو مطلب اهو قطعي ناهي ته اسان کي تعليم جي اهميت يا خواندگي جي ضرورت کي ثانوي درجو ڏيڻ گهرجي. ساڳي وقت اهو به سوچڻ اسان جو فرض آهي ته عورتن جي بهتريءَ لاءِ طريقا /متبادل ڪهڙا هجڻ گهرجن. جيڪي خواندگيءَ جي شرح وڌائڻ واري ڪم سان گڏو گڏ (Synchronize) ڪجن ته جيئن ثمر آور نتيجا حاصل ٿي سگهن. جيستائين خواندگيءَ جي شرح جو سوال آهي ته اها حقيقت به اسان جي اکين آڏو آهي ته 1998ع ۾ ٿيل آدمشماريءَ جي سرڪاري انگن اکرن موجب سنڌ جي شهري علائقن ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ميرپورخاص ۽ لاڙڪاڻي ۾ عورتن جي خواندگيءَ جي شرح 51.1 سيڪڙو آهي. جڏهن ته سنڌ جي باقي ٻهراڙين ۾ 13.1 سيڪڙو آهي. پر جيڪڏهن غير سرڪاري سطح تي ڪيل اپياس تي نظر ڊوڙائجي ته سنڌ جي ٻهراڙين ۾ مشڪل سان 8 کان 9 سيڪڙو تائين تعليم جي شرح آهي. تازو ايشين ڊولپمينٽ بئنڪ ۽ سنڌ حڪومت طرفان سنڌ جي پنجن ضلعن ٺٽو، عمر

ڪوٽ، بدين، ميرپورخاص ۽ دادو جي ٻهراڙين ۾ هڪ اڀياس ڪيو ويو. جنهن جي انگن اکرن مطابق عورتن جي خواندگيءَ جي شرح 7 سيڪڙو آهي ۽ انهن پنجن ضلعن ۾ 82.5 سيڪڙو ماڻهو غربت جي ليڪ کان ٻه هيٺ واري زندگي گذارين ٿا. جن جي آمدني روزانو هڪ ڊالر کان به گهٽ آهي.

اسان جي عورتن جي حالت جو بيان ڪرڻ لاءِ انگ اکر ڏجن ته اهو ڏسي حيراني ٿيندي ته سنڌ ۾ سراسري طور تي 6 هزار عورتن لاءِ هڪڙي ليڊي ڊاڪٽر آهي. سنڌ جي هر چوٿين عورت کي پيئڻ جو صاف پاڻي ميسر ڪونهي. سنڌ ۾ جم - شرح جو وڌيل هجڻ، عورتن جي صحت جي خرابيءَ جو هڪ وڏو ماپو (Indicater) ٻڌيل آهي. عورتن خلاف جنسي تشدد جا واقعا جيڪڏهن اخباري رپورٽن جي بنياد تي نه ڳڻجن ۽ فقط رجسٽرڊ (درج ٿيل) واقعن کي ڳڻپ هيٺ آڻجي ته سراسري سنڌ ۾ روزانو مختلف عمر جي 13 عورتن سان لڄالٽ ٿئي ٿي، جيڪو اسان جي سماج لاءِ هڪ لمحه فڪر آهي. گڏو گڏ سماجيات جي ماهرن ۽ سماجي سائنسدانن لاءِ اهو به وڏو چئلينج آهي ته سنڌ ۾ سراسري طور روزانو مختلف عمر جي 8 عورتن طرفان آپگهات جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي (اخبارن ۾ رپورٽ ٿيل واقعن مطابق)، جنهن ۾ ميرپورخاص، سانگهڙ، حيدرآباد ۽ ٿر ضلعن جي عورتن جو تعداد 80 سيڪڙو آهي ۽ انهن ۾ شيڊول ڪاسٽ عورتن جو تناسب اڌ تي اڌ آهي!

صحت جي اڻ پورين سهولتن ۽ غذائي کوٽ جو ذڪر، انساني حقن جي وسيع پيماني تي ٿيندڙ لتاڙ هيٺ گم ٿي وڃي ٿو. مختصر لفظن ۾ ته ڪاروڪاري (Honor Killing) ۽ عورتن طرفان ٿيندڙ آپگهاتن کي "سنڌ جي عورتن جو قتل عام" قرار ڏجي ۽ ان جي تدارڪ لاءِ فوري اپاءَ وٺڻ گهرجن. جو ته "ڪارو ڪاري" جي الزام هيٺ مارجندڙ مرد توڙي عورت جو خون اجا تائين "ڏوهه" تصور نه ٿو ڪيو وڃي ۽ جڏهن، ڪنهن سماج ۾ گناهه تي ندامت بدران،

فحر ڪيو وڃي تہ اهڙي پاڻ پڌائيندڙ مجرم سماج جي زوال کي گهٽو پري نہ. پر بلڪل ويجهو سمجهڻ گهرجي.

جيستائين سنڌي سماج ۾ عورت کي انسان هجڻ جو درجو نصيب نہ ٿو ٿئي تيستائين سنڌي سماج ڪنهن سڌريل سماج سان برميچڻ جهڙو ٿي نہ ٿو سگهي.

جيڪڏهن سنڌ جا باشعور ۽ اهل درد ماڻهو ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ عورتن خلاف حسماني توڙي جنسي تشدد، سندن انساني حقن جي لتاڙ. سندن ناحق قتل. سندن خراب صحت ۽ غذائي کوٽ، سندن طبعي يا حادثاتي موت جي وڌيل شرح. نہ رڳو انساني حقن جي محرومي ۽ سماجي نظام جي بد انتظامي جو سوال آهي. پر ساڳئي وقت، انساني تاريخ جي قيتي کي پوئتي ڦيرائڻ. ارتقا جي قانونن کي پٺي ڏيڻ ۽ انساني ترقيءَ سان مذاق ڪرڻ جي برابر آهي ۽ اسانکي اهو سمجهڻو پوندو تہ تعليم جي شرح وڌائڻ سان گڏوگڏ اسان کي ٻيا فوري ۽ نتيجہ خيز اُپاءَ وٺڻا آهن، جن ۾ سڀ کان وڌو ۽ اهم اُپاءُ سنڌ جي عورتن کي اقتصادي طور تي پاڻ پيرو ڪرڻ آهي.

جيڪڏهن عورتن جي سماجي سطح کي مٿي ڪرڻو آهي تہ پوءِ انهن کي اقتصادي آزادي ڏانهن وٺي وڃڻو پوندو تہ جيئن هو پنهنجي ڏيتي ليتي پاڻ ڪري سگهن ۽ مردن جي محتاجي کان بچي سگهن. جنهن جو فوري نتيجو اهو نڪرندو تہ عورتن کي جيڪو Decision Making Power ڪونهي، اهو هوريان هوريان ملڻ نصيب ٿيندو . عورتن جي خودمختياري ۽ فيصلہ ساز حيثيت تڏهن ئي جڙندي، جڏهن اهي نہ رڳو پاڻ ڪمائي ڄاڻنديون پر. ساڳئي وقت پنهنجي مرضيءَ سان خرچ بہ ڪري سگهنديون. هيل تائين ٿيندو اهو آهي تہ عورتن جي ڪمائيءَ بابت پڻ ڪل اختيار مردن کي حاصل هوندا اهن. خاص طور سندن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اڪثر ائين ٿيندو آهي تہ عورت جيڪڏهن ڪٿين حو حوبد ڪري تہ بہ سندس ڏهاڙيءَ جو مالڪ. سندس پيءُ يا مڙس بڻجندو ۽

جيڪڏهن هن کي ڪا نوڪري (ماستري وغيره) آهي تہ بہ سندس پگهار ڪو پٽ يا پاءُ ٿي کڻندو آهي ۽ عورت فقط "منسوبيت" ۾ پنهنجو جيون گذاريندي آهي. سچ تہ اهو آهي تہ انساني بنيادي ضرورتن بک، اڃ، جنسي ضرورتن، اجهي ۽ لٽي جي پورائي لاءِ (ڪٿي ڪٿي تہ ان کان بہ محروم رهجي ويندڙ) عورت پنهنجي سموري حياتي اربي چڏي ٿي ۽ ان جي باوجود بہ گيس پنهنجي باري ۾ يا پنهنجي گهر يا اولاد بابت ڪنهن بہ فيصلي ڪرڻ جو اختيار نہ هوندو آهي.

سول سوسائٽي جا ڪيترا ادارا، انساني حقن لاءِ جاکوڙيندڙ تنظيمون، امداد باهمي جون ڪيتريون انجمنون ۽ چڱ پلائيءَ ۽ خيراتي ڪمن لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ فرد ۽ ذريون پنهنجي پنهنجي ڪتابن ۽ خطابن ۾ Women Empowerment جهڙا اصطلاح شد مد سان ڪتب آڻيندا آهن. پر اڪثر ڪري انهن لفظن جي روح تائين پهچي نہ سگهيا /سگهندا آهن. جو تہ عورت کي بااختيار بڻائڻ تہ پري، عورت کي اختيار ۾ حصو ڏيڻ لاءِ بہ مرد اجان تائين تيار نہ آهي ۽ مونکي ذاتي طور مشاهدو آهي تہ ٻهراڙين ۾ رهندڙ اسان جي Folk Wisdom کي هروپرو تنقيدي نشانو بنايو ويندو آهي، نہ تہ اصل ۾ شهرن ۾ رهندڙ ۽ پڙهيل لکيل ماڻهن ۾ عورتن کي معاشي ۽ سماجي طرح پوئتي رکڻ جو رجحان وڌيڪ آهي ۽ شهري عورت فقط سهولتن جي نالي تي ۽ محض انهيءَ دل فريبيءَ ۾ تہ هوءَ هڪ بهتر ۽ آسائشن واري زندگي گذاري رهي آهي پنهنجي هٿن سان ئي پنهنجو استحصال ڪندي آهي.

ٻهراڙيءَ توڙي شهر ۾ رهندڙ عورت جو سڀ کان اهم مسئلو اقتصادي پاڻ پرائپ (Self Reliance) آهي، جنهن لاءِ ضروري آهي تہ سماجي ترقيءَ جي عمل کي تيزي ۽ تڪڙائي وجي. خاص طور تي سنڌ ۾ بند ٿيل ۽ رد ٿيل ترقياتي ڪم شروع ڪرائجن تہ سنڌ ۾ معاشي چرپر ۾ بهتري پيدا ٿئي.

حڪومت ۽ نجي ادارن کي گهرجي تہ عورتن جي حقن Women Rights ۽ Gender Balance کي يقيني بنائين.

راءِ عام (Advocacy) لاءِ ڪم ڪندڙ ادارن ۽ تنظيمن کي سرڪاري پنيرائي ڏني وڃي ۽ اهو طئہ ڪيو وڃي تہ هر شعبي ۾ عورتن کي سندن تناسب جي حساب سان نمائندگي ملي.

هن ملڪ ۾ بنياد پرست ۽ جاگيردار سوچ عورت جي آزاديءَ ۽ عزت پرئي حيون گهارڻ تي پابنديون هٽي چڏيون آهن. تنهنڪري سنڌ جي Civil Society Organizations کي گڏجي سنڌ جي اڌ آباديءَ کي ان پنجوڙ مان چڏائڻ لاءِ گڏيل جدوجهد ڪرڻ گهرجي، ان ڏس ۾ عورتن لاءِ فني ۽ هنري سکيائين کان وني Manageral skills جي تربيت ڏئي ڪين مارڪيٽنگ جهڙا اوزار مهيا ڪيا وڃن.

عورتن لاءِ ننڍين ننڍين شهرن ۾ ورڪنگ ويمن هاسٽلون جوڙائڻ گهرجن، جتي ڪين پر امن ۽ عزت پريو اجهو ميسر هجي تہ جيئن اهي روزگار يا تعليم وغيره جاري رکي سگهن. عورتن لاءِ محض فرسٽ ويمن بئنڪ يا وومين پوليس اسٽيشن قائم ڪرڻ سان عورتن جي بهتري اچي نہ ٿي سگهي، بلڪ عورتن خلاف هر سطح تي امتيازي قانونن جو خاتمو ۽ تحفظ جي مڪمل ضمانت ئي عورتن کي اقتصادي پاڻ پرائپ ڏانهن وني وڃي سگهن ٿا. اهي اهڙا عمل آهن، جن لاءِ بهتر حڪمراني هڪ اولين شرط آهي. بهتر حڪمرانيءَ جو بيو مطلب رواداري ۽ سهپ رکندڙ بردبار سماج آهي ۽ اهڙي سماج اڏڻ لاءِ جيڪڏهن اسان جا ڏاها اجا بہ تحرڪ ۾ نہ ٿا اچن تہ ان جو مطلب آهي تہ سنڌ جي ڏاهپ مفلوج ٿي وئي آهي. اچو تہ پاڻ کي مفلوج ۽ محتاج ٿيڻ کان بچايون.

# نتيجا / سفارشون (Recommendations)

آخر ۾ هن سموري ڪٿا ڪانپوءِ آءُ چاهيندس تہ پنهنجي مختصر علم، عقل ۽ تجزئي جي اڌار تي ڪجھہ سفارشون مرتب ڪريان.اهو ضروري نہ آهي تہ منهنجون ڏنل سفارشون ئي هن تباهہ ٿيندڙ سنڌ لاءِ ڪي "نداءِ نجات" آهن. پر ايترو آهي تہ هيءُ انداز ۽ طريقو هڪ بنياد آهي تہ جيئن اڳتي هلي انهن ئي طريقن موجب اسين پنهنجو حدف ليڪي سگهون ٿا.

- هتي دانهون ۽ ڪوڪون ڪرڻ، سوچڻ ۽ لوچڻ هر ڪنهن جو فرض آهي. منهنجي اندر جي بي چينيءَ جو مون تي حق هو تہ اها اظهار جي آواز سان اوهانجي اندر جي سماعتن تائين پهچي، سو مون ايئن ڪيو. ڪو خوش فهمي چوي يا منهنجي ذهن جو اختراع سمجهي، پر مون کي خاطري آهي تہ سنڌ ۾ سنڌ پرست ماڻهو موجود آهن ۽ اهي ٻين کان مختلف آهن، ڪن کي چريو بہ چيو وڃي ٿو تہ ڪن کي جذباتي، پر اهي مٽي ڦريا، جنوني، پاڳل ۽ عاشق ماڻهو سنڌ ۾ ايمان رکن ٿا. انهن جو سنڌ جي چپي چپي سان پيار آهي. هو سنڌي قوم سان ۽ انجي هر شهريءَ سان عشق ڪن ٿا. اهي ان خيال جا آهن تہ آواز علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جوهجي يامحترم سائين جي ايم سيد جو، سڏ ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جو هجي يا قاضي فيض محمد جو، واڪو غلام مصطفيٰ شاهہ جو هجي يا مسڪين جهان خان کوسي جو هجي، هڪل ڪرڻ وارو شيخ اياز هجي، ظفر حسن هجي يا نجم عباسي، ادبي منظر تي رسالو "مهراڻ" هجي "روح رهاڻ"، "ملير" يا "سهڻي"!

- ڪو بہ سڏ، ڪو بہ واڪو، ڪو بہ پڙاڏو ڪو بہ پڙ لاءِ انهن ماڻهن لاءِ اهميت کان خالي نہ هوندو آهي. مونکي اها خاطري آهي تہ منهنجو هيءُ آواز بہ ضرور ڪنايو ويندو، منهنجي ڳالهہ کي ڌيان ۾ رکيو ويندو، هڪ

سياسي، سماجي ۽ ادبي ڪارڪن جي حيثيت ۾ منهنجو مطالعو مون کي يقين ڏياري ٿو تہ دنيا ۾ ڪابہ مناسب ۽ معقول ڳالهہ اهڙي ڪانهي، جيڪا اسين سنڌي حاصل ڪري نہ ٿا سگهون. خوشحالي ۽ انصاف ۽ قومي برابريءَ جو درجو هر حالت ۾ مناسب، معقول ۽ ضروري ڳالهيون ۽ حق آهن، ۽ هر صورت ۾ ملڻا آهن ۽ وٺڻا آهن، مري بہ وٺڻا آهن ۽ جي بہ ماڻڻا آهن. پر اها بي ڳالهہ آهي تہ اهو سيڪجهہ ماڻهپي سان، عزت ۽ وقار سان حاصل ٿئي. ان لاءِ سنڌي ماڻهوءَ کي "مان" يا "آئون" تان دستبردار ٿيڻو پوندو. ها، يقين ڪريو تہ هڪڙي سنڌيءَ جي ان "مان" يا "آءٌ" جي ختم ڪرڻ سان سنڌ جي ساڍن ٽن ڪروڙ ماڻهن جي پيرن ۾ پيل زنجيرن مان هڪڙي زنجير نڪري ويندي. اچو تہ ايئن ساڍيون ٽي ڪروڙ زنجيرون ٽوڙيون.

- ڪنهن بہ اقتصادي ۽ سماجي ترقيءَ لاءِ مالي، معدني ۽ قدرتي وسيلن جو هجڻ ضروري آهي. هر اسرندڙ ملڪ ۽ خطي جي ترقيءَ لاءِ ان جي ذريعن مطابق رٿا ۽ مالي سيڙپ انتهائي ضروري آهي. پاڪستان جي نهڻ ڪان وٺي هن مهل تائين ملڪ ۾ ٻاهرين سيڙپ تمام گهڻي رهي آهي. پر ان جو ڪوبہ بهتر نتيجو نہ مليو آهي. جنهن جا سبب غير مؤثر رٿا بندي، معاشي اڻبرابريءَ وارا منصوبا، نڳبازيءَ ۽ ڪرپشن جو هجڻ آهن. سنڌ جيڪا پڻ هن ملڪ جو اهم ۽ امير صوبو آهي، جنهن وٽ پنهنجا بي بها مالي ۽ ٻيا وسيلا موجود آهن پر انهن جو پورو ۽ حقي استعمال نہ ڪيو ويو آهي، ۽ نہ ئي گذريل 50 ورهين ۾ ترقيءَ جي حوالي سان سنڌ لاءِ ڪا معقول ۽ انصاف پري رٿا بندي ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن سچائيءَ سان مختلف رٿائن جا منصوبا ذريعن مطابق جوڙيا وڃن ها تہ غربت ختم ٿي وڃي ها ۽ صوبي ۾ خوشحالي ئي خوشحالي ٿئي ها. دنيا ۾ اهڙا ڪيئي مثال موجود آهن. دنيا جي جن بہ ملڪن پنهنجي ترقيءَ لاءِ صحيح پلاننگ ۽ رٿا بندي ڪئي آهي. اهي اڄ ڪاميابيءَ جي منزل ماڻي بيٺا آهن ۽ اڃان ٻي ردبدل مٿي چڙهي رهيا آهن. اهڙن ملڪن پنهنجن ماڻهن کي هر

قسم جون سهولتون پهچايون آهن. اهڙين سهولتن ۾ پيئڻ جو پاڻي، روڊ، رستا، تعليم، صحت، نڪاسي آب، ماحولياتي آلودگيءَ جهڙا مسئلا شامل آهن. اسانجي اکين اڳيان ڏسندي ڏسندي ڏکڻ ايشيا جا ڪيترائي ملڪ گذريل ڏهن کان ويهن سالن جي اندر "ايشين ٽائيگر" ٿي اڀريا آهن ۽ هينئر اهي ملڪ انهيءَ ڪوشش ۾ رڌل آهن تہ هو گلوبلائيزيشن جو فروٽ کائين ۽ عالمي مارڪيٽ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪن. هتي اسين پنهنجي پاڙيسري ملڪن جو مثال وٺي سگهون ٿا. هندستان تمام تيزيءَ سان ترقيءَ جي راهہ ڏانهن گامزن آهي. هندستان جي ڪيترين ئي رياستن ۾ ادارن جو وڏڻ ويجهڻ عالم آشڪار آهي، جتي تعليم، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ميدانن ۾ ڀرپور محنت ڪئي پئي وڃي. ڪاميابيون حاصل ڪيون پيون وڃن. اتان جي ڪيترين ئي رياستن ۾ خواندگيءَ جو تناسب 70 کان 90 ۽ 99 سيڪڙو تائين آهي. سريلنڪا جهڙي ننڍي ملڪ ۾ جيڪو پاڻ هڪ جنگ جو ميدان بڻيو پيو آهي، ان جي خواندگي 99 سيڪڙو آهي ۽ سوشل ڊويلپمينٽ ۾ هي ملڪ ڪافي اڳيان نڪري چڪو آهي. بنگلاديش، جيڪو اسانجي ملڪ جو حصو هو ۽ بدقسمتيءَ سان اسان کان جدا ٿي ويو آهي. تنهن جي تعليم جي شرح پڻ وڌي رهي آهي ۽ آدمشماريءَ جي وڌڻ جي شرح هاڻي بہ سيڪڙو کان بہ گهٽ آهي. انهي ملڪ ۾ غربت ختم ڪرڻ جا ڪيئي نوان طريقا اختيار ڪيا ويا آهن، جنهن جا بهتر نتيجا اچڻ شروع ٿي ويا آهن. اسان جي ملڪ جي آدمشماريءَ جي شرح اڃان اتي جو اتي يعني 3 سيڪڙو کان بہ ڪجهہ مٿي بيٺي آهي.

- ڪنهن بہ ترقي ڪندڙ ملڪ ۾ مجموعي گهرو پيداوار ۽ مجموعي قومي پيداوار جي سيڙپ جو هجڻ تمام ضروري آهي، جنهن ملڪ جي آدمشماري گهٽي هوندي آهي، ان ۾ جيڪڏهن مجموعي گهرو پيداوار جي واڌ 8 کان 10 سيڪڙو هجي ۽ سيڙپ جي شرح مجموعي قومي پيداوار جي سيڙپ جو 21 کان 25 سيڪڙو هجي ۽ اهو سلسلو اڻ ڏهہ سال هلي تہ اهو ملڪ ترقيءَ جي ماڀي

مطابق بهتر زندگيءَ جو بهتر معيار حاصل ڪري سگهي ٿو. بد قسمتيءَ سان اسان جي ملڪ ۾ ايئن ڪونہ ٿيو. سياستدانن پنهنجي بي عمل سياست ۽ زبان خور رٿائن تحت ڪڏهن بہ صحيح منصوبا نہ جوڙيا. صرف پراڻن منصوبن کي شخصي يا گروهي مفادن مطابق هيٺ مٿي ڪري هلائيندا رهيا. سرڪاري ڪامورن پڻ ڪن حالتن ۾ بهتر پلاننگ جي باوجود سياستدانن جي انهن مفادي ارادن کي اڳتي وڌايو. باوجود انهيءَ جي تہ ملڪ ۽ صوبن ۾ پلاننگ ۽ رٿا بنديءَ جا شعبا موجود آهن. هتي هڪ ڳالهہ واضح آهي تہ خاص طرح سنڌ ۾ اڄ تائين ڪو بہ صحيح طريقي وارو منصوبو (سواءِ هڪ ٻن جي) نہ جڙيو، جنهن جو ڪو فائدو حاصل ٿيو هجي. اڄ بہ ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سنڌ جا وسيلا بهتر رٿابنديءَ ۽ نون منصوبن تحت سنڌ ۾ ئي سيڙايا وڃن تہ گهڻو ڪجهہ حاصل ٿي سگهي ٿو. پاڪستان جي مختلف سياسي ۽ غير سياسي حڪومتن سنڌ ڏانهن بہ اڪيائيءَ وارو سلوڪ رکيو آهي ۽ ايئن ڏسڻ ۾ اچي پيو تہ ڄڻ انجي ترقيءَ کي هڪ وڏي بريڪ هڻي روڪيو ويو آهي. حڪومت سنڌ کي گهرجي تہ سنڌ ۾ ترقيءَ واري سيڙپ وڌائي ۽ غير ترقياتي خرچن کي تمام گهٽ حد تائين گهٽائي. سنڌ ۾ ٻاهرئين سيڙپ پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي مقابلي ۾ تمام گهٽ يا نہ جهڙي آهي. جيڪا پڻ وڌائڻ گهرجي. پاڪستان جي هڪ سروي (ڪٽ) موجب ملڪ ۾ ذري گهٽ ڪوئلي جا 184 ملين ٽن موجود آهن. جن مان 99 سيڪڙو سنڌ ۾ موجود آهن. سنڌ ۾ لاکڙا (دادو ضلعو)، سونڊا، جهمپير ۽ ميٽنگ (ٺٽو ضلعو). بدين ۽ ٿر جي وارياسي علائقن ۾ ڪوئلي جا ذخيرا موجود آهن. سنڌ جي 99 سيڪڙو ڪوئلي جو 95 سيڪڙو رڳو ٿر ۾ موجود آهي. هي ڪوئلو هڪ بهترين معيار جو ڪوئلو آهي. آئيني طور ڪوئلو صوبائي ملڪيت آهي. انڪري صوبي سنڌ جي حڪومت انهيءَ ڪوئلي جي کوٽائي ڪرائي ۽ ڪوئلي جا ننڍا ننڍا منصوبا ٺاهي هلائي سگهي ٿي. حڪومت بلوچستان جو حب پاور هائوس انهيءَ جو

مثال آهي. هر خيال کان ضروري آهي تہ ڪوئلو جلد ۾ جلد ڪڍي، سنڌ جي اقتصادي ترقيءَ جي رفتار کي تيز ڪيو وڃي. انهيءَ تحت ننڍا ننڍا پاور هائوس ۽ ٻيا ڪيترائي اڳتيا منصوبا عمل ۾ اچي سگهن ٿا. ايئن ڪرڻ سان ملڪ ۾ هلندڙ ڪالا باغ ڊئم وارو "ڪارو ديو" بہ ختم ٿي سگهي ٿو. جنهن تحت ماڻهن کي بجلي پيداوار ڪرڻ جا ڪوڙا منصوبا ۽ دلاسا ڏنا ويا ۽ اجان تائين ڏنا پيا وڃن. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ موجود چائنا ڪلي، گرئنائيٽ، جپسم، سنگ مرمر، ۽ ساموندي دولت جا اڻميا وسيلا استعمال ڪري فائدا حاصل ڪري سگهجن ٿا. ۽ سنڌ جي اقتصادي ترقيءَ ۾ تمام گهٽيءَ حد تائين اضافو ڪري سگهجي ٿو.

منهنجون هي سفارشون هڪ ئي وقت حڪومت، غير سرڪاري ادارن/ تنظيمن، سڄاڻ ڌرين، سنڌ سماءِ جي ادارن ۽ فردن، استادن، اديبن ۽ عام ماڻهن لاءِ اهن. هي سفارشون ڪي مطالبا نہ آهن. هي طريقا آهن، هي ترقيءَ ڏانهن ۽ قومي اجپي ڏانهن وڌڻ جا رستا آهن. انهن تي پاڻ سيني سنڌي ماڻهن کي گڏ هلڻو آهي. اهي حدف حاصل ڪيئن ٿيندا. ان لاءِ اوهان مان ڪنهن وٽ بهتر حڪمت عمليون ۽ طريقا هجن تہ اهي بہ هن ڪتاب جي ايندڙ اشاعتن ۾ شامل ڪري سگهجن ٿا. ڇو تہ هي ڪتاب منظر تي آڻڻ وارو تہ سنڌ جو هيءُ ننڍڙو ڪارڪن (راقم) آهي. پر هن ڪتاب جا مالڪ اسين سڀ سنڌ واسي آهيون.

- منهنجو خيال آهي تہ سماج جي سيني ڪيترن تي ڇوڏ طرف اثر انداز ٿيندڙ شعبو سياست آهي. ان ڪري سماج جي قيادت سياسي اڳواڻن کي ڪرڻ گهرجي ۽ "اها ذميواري محض سياستدانن جي آهي" چئي سڄاڻ ڌرين کي سياست کان لا تعلق نہ ٿيڻ گهرجي.

- سياست تي يا سياست کان عام ماڻهوءَ جو ڇرڪڻ ۽ لفظ سياستڪار جو ناڪاره يا بيڪار ماڻهو لاءِ بيجا ۽ بي سمجهہ عام استعمال ٻڌائي ٿو تہ هاڻ

نہ رڳو ان شعبي پر بين اھڙن قومي خدمت. تعمير يا اصلاح جي بين شعبن ۾ مصروف پنھنجي قومي اڳواڻن، خادمن ۽ ڪارڪنن لاءِ بہ اھڙن لفظن ۽ اصطلاحن جو اھو استعمال اسان جي نيڪ بختيءَ جي نشاندھي ڪونہ ٿو ڪري. پر افسوس صد افسوس، جو اسان جي سياست، وڪالت، تعليم، صحت، تجارت زراعت ويندي عدالت، ادب ۽ ايمان جي شعبن جي معتبر اصطلاحن ڪان بہ ماڻھن وٽ ڪاوڙ ۽ بدظني پيدا ٿي وئي آھي. تنھنڪري اسان سياسي ذرين جي نہ رڳو پر سڀني قومي فلاح ۽ بھبوديءَ جي دائرن ۾ ڪم ڪندڙ ذرين لاءِ ھن وقت ان ڪان سواءِ ڪو بہ چارو ڪونھي تہ اھي پنھنجي پنھنجي ڪم ڪرڻ جي انداز ۽ پنھنجي پنھنجي روايتي اسٽرڪچر کي تبديل ڪن. ان لاءِ ھيءَ مناسب وقت آھي تہ سياسي پارٽيون /ڌڙا محض "سياسي" ھجڻ بدران پاڻ کي Socio-economic,Socio-cultural,Socio-religious,Socio-Political رنگ ۽ انداز ۾ سوچڻ ۽ عمل ڪرڻ تي آماده ڪن.۽ پنھنجي پنھنجي ذميوارين ۽ فرض ادائين ۾ جماعتي توڙي انفرادي طور باھمي رابطي ۽ پنھنجي قومي عوام سان ھمسازيءَ، ھمدرديءَ ۽ ھمدميءَ جي اٽوٽ ۽ دائمي رشتي جي تعلق ۾ ٻڌل رکن.

- سياسي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن تي اھو فرض عائد ٿئي ٿو تہ اھي نہ رڳو پنھنجي پنھنجي پليٽ فارم تي، پر عوامي سطح تي ماڻھن ۾ جاڳرتا پيدا ڪرڻ لاءِ سنڌ جي مختلف سياسي معاملن (Issues) بابت آگاھي ڏين ۽ وقت بوقت مختلف مڪاني توڙي عالمي تبديلين بابت واقفيت ڏيندا رھن. سنڌ جي عام ماڻھن کي جيستائين سياسي حوالي سان فڪري دولت سان مالا مال نہ ڪبو تيستائين سياسي حاصلات، ناممڪن نہ بہ سھي تہ بہ انتھائي دشوار ھونديون.

- سماج جي مختلف شعبن ۾ ڪم ڪندڙ، سڀني ادارن ۽ تنظيمن کي قومي ڀلائيءَ جي ڏس ۾ ھڪٻئي سان سھڪار ۾ رھي ھڪٻئي جي تربيت ڪرڻ گھرجي.

- جيستائين سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ سماجي خدمتگذار ذريون پنهنجي عمل ۾ پاڻ کي هڪبئي سان ايئن نه ڳنڍيندون. تيستائين عوام جو مٿن ويساهه ڪونه ٿيندو. ۽ ياد رهي ته عوام لاءِ ٿيندڙ ڪم ۾ عوام جي شرڪت انتهائي ضروري آهي.

- سماجي خدمتن واري کيتر ۾ ڪم ڪندڙ فردن /ذريون کي محض "مئنڊيٽ" مطابق ڪم ڪرڻ جو عذر نه هئڻ گهرجي. انهن جي آڏو ديوان ڏيارام گدومل، نورمحمد وڪيل، سيد الهندو شاهه ۽ خاص طور تي ڊاڪٽر اختر حميد خان جو مثال موجود آهي. جنهن ڪڏهن به ڊونرز جي چوڻ مطابق يا انهن جي مرضيءَ موجب پنهنجي اداري کي نه هلايو ۽ جيڪڏهن ڪم ۾ خلوص ۽ سچائي آهي ته پوءِ فنڊنگ ايجنسيءَ جي ڊڪٽيشن "حرف آخر" نه ٿي بڻجي سگهي ۽ نه ئي ايئن ڪا سماجي خدمت معروضي حالتن پٽاندر ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ اين جي اوز جو گڏيل نيٽ ورڪ (پليٽ فارم) ناهجي ۽ اهو طئي ڪجي ته سنڌ جا فلاڻا فلاڻا ترقياتي مسئلا آهن. جن ۾ ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. ته پوءِ ان ڏس ۾ ڪو جامع ۽ ڳنڍيندڙ پروگرام ناهي ڪم ڪجي ۽ پوءِ پڪ ئي پڪ ڊونرز پڻ انهيءَ طور ۽ طرز سان فنڊنگ ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي پوندا. نه ته پراجيڪٽ نه هر ڪو پنهنجي ليکي وني پيو ۽ فائدي وٺندڙن (Beneficiaries) جون ڏاڍهون به ساڳيون پڌجن پيون.

- سنڌ جي سماجي اڳواڻن ۽ ادارن جي اها ذميواري آهي ته سنڌ ۾ سمال اينڊ ميڊئيم انٽرپرائز ڊويلپمينٽ اٿارٽي (SMEDA)، مائڪرو فنانس بئنڪ ۽ سنڌ رورل سپورٽ پروگرام جهڙا ادارا قائم ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪن ته جيئن سنڌ ۾ پاڪستان جي ٻين صوبن وانگر جامع ترقياتي عمل شروع ٿئي.

- سنڌ جي ڏٽڙيل ماڻهن جيڪي شهرن توڙي ڳوٺن ۾ رهن ٿا جي بدحاليءَ جو وڏو ڪارڻ سندن خراب صحت ۽ ناچاڪي آهي. صحت جي ڪرندڙ معيار جو

هڪ وڏو سبب پيئڻ جي صاف پاڻيءَ جي فراهمي ۽ گندي پاڻيءَ جو نيڪال نہ هجڻ آهي. تنهنڪري ضروري آهي تہ اورنگي پائلٽ پروجيڪٽ جي طرز تي اسان پنهنجي ڳوٺن ۽ شهرن کي ڇاڻايل سهولتون، شراڪتي انداز ۾ مهيا ڪيون.

- حڪومت هجي يا اين جي اوز، اهي ضلعي سطح تي منصوبہ بندي ڪن. سنڌ جي تيز ترقيءَ لاءِ ضروري آهي تہ ڊسٽرڪٽ پرسپيڪٽو / ماسٽر پلان (District Perspective/Master Plans)نهڻ گهرجن، جن ۾ سڀني ضلعن جا وسيلا ۽ انهن جي جامع ڪٿ ٿيڻ گهرجي. هر ضلعي جي پنج سالہ ترقياتي رٿا حوڙجي جيڪا ضلعي ترقياتي منصوبا بندي هجي. ساڳيءَ ريت جڏهن سڀني ضلعن جون پنج سالہ برفياني رٿائون مڪمل ٿين تہ ان طرح صوبائي پنج سالہ رٿا بہ تيار ٿيندي ۽ ٿين بہ گهرجي

- حڪومت هجي يا نجي / خانگي طرح ڪم ڪندڙ فرد ۽ ادارا هجن. انهن کي گهرجي تہ ايندڙ ويهن ورهين لاءِ سنڌ جي سڀني وسيلن بابت مڪمل معلومات حاصل ڪن ۽ سنڌ جي سڀني اثاثن (Assets) جو مڪمل تجزيو (Assessment) ڪري هر شعبي / ڪنڌ جي ترقيءَ لاءِ ڌار منصوبا بندي ڪن.

- سنڌ جي اقتصادي صورتحال کي [illegible] سال بهتر [illegible] مجموعي گهرو پيداوار (GDP) وڌائڻ لاءِ سنڌ جي زراعت کي جديد بنائڻو پوندو. زراعت کي (Export-Sector) بنائي سنڌ کي پرڏيهي ناڻي جي ذخيرن (Forex) ۾ پاڻ پرو ڪرڻو پوندو. ايئن ڪرڻ سان سنڌ جي مالي صورتحال بهتر ٿيندي ۽ GDP جي وڌڻ سان مجموعي قومي پيداوار (GNP) ۾ سنڌ جو حصو وڌيڪ شامل ٿيندو.

## ان لاءِ هيٺ ڏنل تجويزن تي عمل ڪجي:

(الف) سنڌ جي تباهه ٿيندڙ زراعت کي بچائڻ لاءِ سڄيءَ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي مناسب ورڇ ٿيڻ گهرجي، ۽ پڇڙيءَ جي ضلعن تائين، آخري ڇيڙي تي وينل آبادگار کي به پاڻي پهچائڻ لاءِ، ضروري آهي ته سنڌ کي ان جي حصي جو پاڻي ملي. سنڌ کي پنهنجي حصي جو مڪمل پاڻي هڪدم ۽ هر وقت مهيا ڪري ڏيڻ حڪومت جو اولين فرض آهي.

(ب) پاڻيءَ جا نقصان گهٽ ڪرڻ لاءِ فارمرس ائسوسيئيشن ڪان ونئي اريگيشن مئنيجمينٽ ڪميٽين تائين زرعي تنظيمن کي فعال ڪجي ۽ سڄيءَ زرعي ڪميونٽيءَ کي بيدار ڪجو.

(ت) سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ جي صورتحال کي اڳيان رکندي، اهڙن فصلن کي زور ونرائجي ۽ ان قسم جي باغباني ڪرائجي، جنهن ۾ گهٽ کان گهٽ پاڻيءَ جو استعمال ٿئي، ۽ ان کان علاوه پاڻيءَ سوڌو بين سمورن قدرتي وسيلن جو به مناسب استعمال ٿئي، ۽ گڏو گڏ System Losses ۽ ٻيا نقصان به گهٽجن جيڪي بي بندوبستي، ۽ بدانتظامي (Mismanagement) سبب پيدا ٿين ٿا.

(ٿ) سنڌ ۾ پاڻيءَ جي مستقل کوٽ کي نظر ۾ رکندي ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته سنڌ وٽ موجود (Available) پاڻيءَ جو درست استعمال ڪجي. جنهن لاءِ انهن فصلن جي پوکائيءَ جا ٽارگيٽ گهٽايا وڃن، جيڪي وڌيڪ پاڻي گهرن ٿا. اپر سنڌ ۾ سارين جي فصل جي پوکائي ۽ لوئر سنڌ ۾ ڪمند جي پوکائيءَ کي محدود ڪيو وڃي، ته جيئن سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ کي منهن ڏئي سگهجي.

(ج) ضلعي سطح تي ڪولڊ اسٽوريج نهڻ گهرجن ۽ پيداوار ۽ اپت جي حوالي سان باءِ پراڊڪٽس پيدا ڪرڻ لاءِ ڪاٽيج انڊسٽريز برپا ڪرڻ جو منصوبو جوڙڻ گهرجي.

(د) جن علائقن ۾ جيڪا پيداوار ججهي ٿئي ٿي، ان کي ان پيداوار جو زون قرار ڏجي ۽ اتي (Finishing) ۽ پئڪنگ جي بندوبست ڪرڻ سان گڏ هڪ ننڍو ايئر پورٽ جوڙائجي. جيئن سنڌ جي زرعي اپت ڏيساور موڪلي سگهجي. مثال طور سلطان آباد جي سبزي منڊي، ڪنريءَ جي مرچن جي منڊي ۽ خيرپور ۾ کجور جي منڊي ۽ ميرپورخاص ۾ انبن جي منڊي وغيره .

(س) ضلعي سطح تي ايڪسپورٽ پروموشن بيورو آفيسون قائم ڪري، ون ونڊو اپريشن سسٽم تحت آبادگارن/ايڪسپورٽرس کي. درآمد ڪرڻ لاءِ سهولتون مهيا ڪجن.

زرعي جنسن جو اگهه. فصل لهڻ کان اڳ ۾ طئه ٿيڻ ضروري آهي. فصلن جي ويمي (Insurance) جو بندو بست هجڻ گهرجي. جتي بئنڪ نه آهي اتي ون ونڊو بئنڪنگ سسٽم قائم ڪيو وڃي گڏو گڏ سنڌ جي سيني ڊويزن ۾ ايڪسپورٽ پروسيسنگ زون (Export Processing Zone) قائم ڪيا وڃن. ۽ ان سلسلي ۾ سڀ کان پهرين اهڙي قسم جو پائلٽ پروجيڪٽ حيدرآباد ۾ شروع ڪيو وڃي.

(ش) زراعت تي محصولن ۽ ٽئڪسن جو بار وڌائڻ بدران گهٽايو وڃي ۽ سهولتن وارو پئڪيج گهٽ ۾ گهٽ اهڙو ڏيڻ گهرجي، جهڙو صنعتڪارن کي ڏنو ويندو آهي.

- جيڪڏهن اسان جون گڏيل ڪوششون سنڌ کي ائگرو بيسڊ انڊسٽري ڏئي تيون وجهن ۽ سنڌ جي زرعي منڊين کي جديد ۽ منظم انداز ۾ ڪرڻ ۽ هلڻ ۾ ڪامياب ويون تہ اها زراعت کي هڪ وڏي هٿي ملندي، جنهن سان هڪ طرف آڙهتي/دلال (مڊل مئن) جو خاتمو ايندو ۽ ٻيو تہ عام آبادگار بہ ايڪسپورٽر بڻجي ويندو.

- سنڌ جي زراعت ڏينهون ڏينهن پوئتي وڃي رهي آهي، جنهن جي في الحال بهتر ٿيڻ جو امڪان نظر ڪونہ پيو اچي. ان ڪري حڪومت هن معاملي کي انتهائي سنجيدگيءَ سان وٺي ۽ بهتر زراعت جي مستقبل جي پلاننگ ڪئي وڃي. سنڌ جي سمورن زرعي ڪاتن، ائگريڪلچر ايڪسٽينشن، ساسو، سنڌ سيڊ ڪارپوريشن، ائگريڪلچر ريسرچ انسٽيٽيوٽس ۽ لائيو اسٽاڪ جهڙن ڪاتن ۾ سڌارا آندا وڃن ۽ خصوصي طور تي ائگريڪلچر ريسرچ جي ادارن کي فعال بڻائجي ۽ ترقي وٺرائي وڃي تہ جيئن اهي سنڌ ۾ مختلف فصلن جي بهتر في ايڪڙ پيداوار وارا سٺا ۽ صحتمند ٻج تيار ڪن.

- سنڌ ۾ زرعي ميدان ۾ ڪم ڪندڙ تحقيقي ادارن (Research Institutes) کان، پڇاڻو ڪري، انهن جي ڪارڪردگي معلوم ڪئي وڃي تہ اهي ادارا ڪروڙين رپيا خرچ ڪرڻ باوجود مختلف فصلن جي سٺي ڪوالٽي جا نوان ٻج ڇو نہ ڏئي سگهيا آهن.

- سنڌ جي مختلف حصن ۾ سرڪاري طور زمينن جي مٽيءَ جي چڪاس (Soil test) ڪرائي وڃي ۽ نتيجن پٺاندر مختلف زمينن لاءِ ضرورت وارن ڀاڻن (Fertilizers) جي استعمال لاءِ آبادگارن کي مشورا ڏنا وڃن، نہ تہ اڪثر ڪري اسان وٽ سالن کان آبادگار ساڳيا ڀاڻ ساڳئي مقدار ۾ استعمال ڪندا پيا وڃن.

- سنڌ حڪومت صوبي جي پيل غير آباد زمينن آباد ڪرائڻ لاءِ سنڌ ائگريڪلچرل انجنيئرنگ کاتي کي وڌيڪ فعال (Active) بنائي ته جيئن ڦٽل زمينون آباديءَ لائق بڻجي سگهن. ايئن ٿيڻ سان سنڌ ۾ هر سال سم ۽ ڪلر سبب زرخيزي وڃائيندڙ زمينن جو ازالو به ٿي سگهندو.

- منڇر ڍنڍ جيڪا ايشيا کنڊ جي مٺي پاڻيءَ جي وڏي ۾ وڏي ڍنڍ آهي. تنهن کي بچائڻ لاءِ حڪومت مقامي ملاحن، آبادگارن ۽ اين جي اوز جي نمائندن تي مشتمل هڪ ڪاميٽي جوڙي، جيڪا منڇر ڍنڍ جي بحاليءَ لاءِ تجويزون مرتب ڪري ۽ حڪومت ان آڌار تي ڍنڍ بچائڻ لاءِ اپاءَ وٺي.

- منڇر ڍنڍ جي پاڻيءَ تي آباد ٿيندڙ سيوهڻ جي پر پاسي جون زمينون سم ۽ ڪلر جي ڪري ختم ٿي چڪيون آهن. منڇر جي پاڻيءَ جو کار پد (Salinity) 5 هزار پي پي ايم تي پهچي چڪو آهي. اهڙي پاڻيءَ تي ڪابه زمين پيداوار نه ٿي ڏئي سگهي. جڏهن ته سيوهڻ جا آبادگار سخت معاشي بدحاليءَ جو شڪار آهن. جيڪي هڪ ايڪڙ زمين به آباد نه ٿا ڪري سگهن. ان ڪري حڪومت سيوهڻ جي يونين ڪائونسلن، ڇنه، ٽلٽي، ڳاڙهي واري ۽ سيوهڻ کي آفت سٽيل يونين ڪائونسلون قرار ڏئي. ۽ اهڙين يونين ڪائونسلن جا زرعي ٽئڪس مڪمل طور تي معاف ڪيا وڃن.

- منڇر ڍنڍ جي زمينن کي سرڪاري ملڪيت ۾ وٺڻ لاءِ سنڌ حڪومت حڪو آبادگارن سان ناهه ڪيو هو ان تي فوري طور عمل ڪيو وڃي. عبدالله شاهه جي وڏ وزارت واري دور ۾ سنڌ اسيمبليءَ مان پاس ڪيل ٺهراءَ مطابق آبادگارن کي زمين جي معاوضي جي مدد ۾ مڪمل ادائگيون ڪيون وڃن. ۽ فوري طور تي سڀني مالياتي ادارن کي اهڙن آبادگارن پاران کنيل قرضن جي اوڳاڙيءَ کان روڪيو وڃي.

- سنڌ جي زراعت کي ترقي وٺرائڻ لاءِ مارڪيٽ سسٽم کي ترقي وٺرائي وڃي. زمينن ۽ باغن کان مارڪيٽن تائين پڪا روڊ ٺهرايا وڃن . مارڪيٽ ۾ مختلف فصلن جي اگهه جي حوالي سان مارڪيٽ ڪاميٽين تي نظر رکي وڃي.

- پڇڙيءَ جي آبادگارن لاءِ ٽيوب ويل جي سهولتن کان ويندي آسان قسطن تي قرضن جو انتظام ڪيو وڃي، ته جيئن اتي به بهتر زراعت ٿي سگهي.

- سنڌ حڪومت پاڻيءَ جي ڪوٽ جي حوالي سان پڇڙيءَ جي آبادگارن جو خاص خيال رکي. منڊ ۾ آباد ٿيندڙ زمينون جيڪڏهن 40- مڻ بجاءِ 30- مڻ ڦٽيون في ايڪڙ پيداوار ڏين ٿيون ته هاءِ گهوڙا مچي ٿي وڃي، پر پڇڙيءَ جي آبادگار جي ڪو به نه ٿو ٻڌي، جو اتي ابپاشيءَ جي رسائي ۽ ان جو نظام زيرو تي پهتل آهي.

- سنڌ حڪومت اهڙن آبادگارن کان زرعي ٽئڪس نه اگاڙي، جن وٽ درياءَ جو پاڻي نه ٿو پهچي يا حڪومت اهڙيون زمينون آباد ڪرڻ لاءِ بورنگ سسٽم (ٽيوب ويل) لڳرائي ڏئي، يا ته ٽئڪس معاف ڪري.

- سنڌ کي 1991ع واري پاڻيءَ حي ناهه ۾ به ڪو خاص فائدو ناهي. جو ان ناهه هيٺ سنڌ کي 1945ع واري پاڻيءَ جي ناهه جي پيٽ ۾ رڳو 1/5 مليـن ايڪڙ فوٽ پاڻي وڌيڪ ڏنو ويو آهي، جڏهن ته سنڌ جون پاڻيءَ جون ضرورتون 45 سالن ۾ گهٽيون وڌي ويل هيون. 1945ع کان 1999ع دوران سنڌ جي پاڻيءَ جون ضرورتون وڌيون آهن، تنهنڪري سنڌ جي پاڻيءَ جي ضرورتن جو تعين ڪري ان آهر سنڌ کي اضافي پاڻي فراهم ڪيو وڃي.

- ڪالاباغ ڊئم کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ جو سرڪاري اعلان ڪيو وڃي ته جيئن ننڍن صوبن ۾ پيدا ٿيل خدشا ۽ ڊپ دور ٿي سگهن.

- سنڌ جي ساحلي ترقي (Coastal Development) لاءِ ترقيءَ جا منصوبا جوڙيا وڃن جيئن اتان جي ماڻهن کي روزگار ۽ بهتر زندگيءَ جا موقعا حاصل ٿي سگهن.

- سنڌ کي ترقي ڏيارڻ لاءِ سنڌ جي بند ٿيل ۽ رد ٿيل رٿائن کي وري شروع ڪرائجي. خاص طور ڪينٽي بندر رٿا جي بحاليءَ لاءِ جدوجهد ڪجي. ان ڪانسواءِ ڪالاباغ ڊئم معاملي کي پنهنجي موت مارڻ لاءِ ٿر جي ڪوئلي جي کوٽائي ۽ ان جي بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال کي يقيني بنائجي. ان ريت نه رڳو ڊئم وارو مسئلو اهميت وڃائي ويهندو. پر سنڌ کي معدني دولت مان تمام گهڻو ناڻو حاصل ٿيندو. ٿر جي ڪوئلي تي نئيا نئيا منصوبا ناهي عمل ۾ آندا وڃن. ٿر سميت سنڌ ۾ موجود قدرتي وسيلن، جن ۾ گئس ۽ گرئنائيٽ ۽ چائنا ڪلي /تيل جا ذخيرا اچي وڃن ٿا. تن بابت گهڻي کان گهڻي معلومات حاصل ڪري. سنڌ جي ترقيءَ ۾ انهن جي استعمال کي يقيني بنائجي.

- سنڌو درياهه مٿان فوري طور تي ٻن مختلف هنڌن تي پليون جوڙائجن. جن مان هڪ سن کان سڪرنڊ تائين جنهن ۾ دادو ضلعو ۽ نوابشاهه ضلعو هڪٻئي سان ڳنڍجي ويندا. ۽ جنهنڪري وڻج واپار کي گهڻي هٿي ملندي. ۽ ساڳيءَ طرح خيرپور ضلعي ۽ لاڙڪاڻي ضلعي کي ملائڻ لاءِ سنڌودرياءَ مٿان (فيزيبلٽي مطابق) ٻي پل اڏڻ جي ضرورت آهي.

- سنڌ ۾ لڳ ڀڳ 70 هزار ڳوٺ ۽ وسنديون آهن. جن جو ذار ذار. پکڙيل ۽ پري پري هجڻ سبب شهري زندگيءَ جي اوسر (Urbanization) جو عمل نهايت سست ۽ ڊرو ٿي رهيو آهي. ۽ آهي اڪثر ڪري شهري سهولتن کان محروم آهن. تنهنڪري انهي ترقيءَ کي تيز ڪرڻ ۽ انهن کي دنيا جي ڇتاپيٽيءَ ۾ آڻڻ لاءِ ننڍيل پکڙيل ڳوٺن کي گڏائي وچولي درجي جا ڳوٺ يا ننڍيا شهر (Town ships) بنائجن ۽ انهي زندگيءَ جون بنيادي سهولتون مهيا ڪجن. ان ريت

حڪومت سماجي تنظيمن سان گڏ مختلف پروگرامن ۽ پيشقدمين (Interventions) ذريعي جديد انداز ۾ گڏيل فارمنگ ڪرائي سگهجي ٿي.

- عوام جي شرڪت هر عمل ۾ لازمي آهي ۽ "عوامي شرڪت" کي مروج سياسي اصطلاح واريءَ معنيٰ ۽ مفهوم ۾ تصور ڪرڻ بدران، غير سرڪاري ترقيءَ لاءِ ڪم ڪندڙ فردن/ڌرين جي ان ڪم کي ماڊل (مثال) طور اڳيان رکي اڳتي وڌجي، جنهن ۾ اهي فائدي پرائيندڙ (Beneficieries) سان گڏ ڪم ڪندا آهن ۽ اهڙي طريقي کي (Participatory Approach) چئبو آهي.

- سنڌ جي مواصلات تباهه ٿي وئي آهي. ان لاءِ حڪومت توڙي نجي ادارن /فردن/ڌرين ۽ اسان سڀني کي سوچڻ گهرجي تہ سنڌ جي تباهه ٿيل روڊن، لنڪ روڊن ۽ ڪچن پڪن رستن جي تعمير ۽ مرمت وغيره لاءِ هر ممڪن حد تائين چا چا ڪري سگهجي ٿو. ان ڏس ۾ ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي تہ ترقيءَ لاءِ روڊ ضروري آهن. جتي روڊ ناهن، اتي ترقي نہ ٿي سگهندي. فاصلا گهٽجندا تہ ترقيءَ جي رفتار تيز ٿيندي.

- سنڌ جي وسيلن جي مالڪي ۽ اختيار سنڌ کي ڏيارڻ لاءِ سياسي ۽ سماجي اڳواڻن کي گڏيل جدوجهد ڪرڻي پوندي. جيستائين سنڌ کي ان جي وسيلن جي مالڪي ۽ اختيار حاصل نہ ٿيندو. تيستائين مواصلات کان وٺي صحت، تعليم وغيره تائين ڪنهن بہ شعبي ۾ گهربل اوسر ٿي نہ ٿي سگهي. ان لاءِ سڀني رٿابندين ۽ تحريڪن کان پهرين اهو طئہ ڪرڻ گهرجي تہ سنڌ کي ان جي اقتصاديات تي ڪنٽرول ۽ ضابطو ڏيارڻ لاءِ سماج جي هر شعبي کي شريڪ ڪري هڪ همہ گير تحريڪ هلائڻي پوندي. اهڙي قسم جي جاکوڙ جا سڀ مرحلا لنگهڻا پوندا ۽ ان لاءِ آواز اٿارڻ (Advocacy) ۽ سجاڳي پيدا ڪرڻ کان وٺي هلچل هلائڻ تائين هر قسم جي عمل ۾ عام ماڻهن جي شرڪت يقيني

هجي ۽ خاص طور تڏهن جڏهن فيصلہ ساز ادارا جوڙجن تڏهن عوام جي چونڊيل ۽ اعتماد وارن ماڻهن کي انهن ادارن ۾ شامل ڪجي.

- سنڌ ۾ صنعتن جو ڄار وڇائي، سنڌ جي ترقيءَ کي واڌارو ڏنو وڃي.

- وفاقي سرڪار کان سنڌ جا مالي حصا جيڪي تمام گهٽ مقدار ۾ ملي رهيا آهن. اهي وڌائي ۽ رهيل رقمون جيڪي ڄام صادق عليءَ دؤر ۾ نہ مليون. اهي پڻ حاصل ڪري، انهن مان پڻ ترقيءَ جو عمل تيز ڪيو وڃي.

- عالمي سطح تي مدد ڏيندڙ ادارن کان بين صوبن لاءِ ورتي ويندڙ مدد وانگر، سنڌ لاءِ بہ خاص طور تي مدد /امداد /تعاون ورتو وڃي تہ جيئن سنڌ کي بہ گهٽي کان گهٽ ترقياتي منصوبا ملي سگهن.

- صوبن لاءِ مالي ورڇ، ادمنسماريءَ بجاءِ صوبن جي مالي وسيلن ۽ صوبن باران وفاق کي ملندڙ ڪمائي، جي اڌار تي ڪئي وئي. جيئن هر صوبي کي پنهنجي روينيو پٽاندر حصو ملي سگهي. ان سان نہ رگو صوبن جي مالي حالت بهتر ٿيندي بلڪ صوبن جي احساس محرومي ۾ بہ ڪهڙيءَ حد تائين گهٽتائي ايندي.

- گذريل ڏهن سالن کان سنڌ جي ترقياتي خرچ (ADP) واري گرانٽ لڳاتار گهٽتائي وئي آهي، جڏهن تہ گذريل هڪ درجن ورهين کان سنڌ کي اضافي گرانٽ جي ضرورت رهي آهي. جنهن جي نہ ملڻ ڪري سنڌ جا ڪيترائي نوان منصوبا شروع ٿي نہ سگهيا آهن ۽ ايستائين جو هلندڙ رٿائون پڻ رولڙي جو شڪار ٿي ويون آهن. حڪومت کان مضبوط انداز ۾ اها گهر ڪجي ٿي تہ سنڌ جي ترقياتي خرچ واري گرانٽ وڌائي وڃي تہ جيئن نئيون رٿائون شروع ڪجن ۽ وڌندڙ بيروزگاريءَ جي طوفان جو زور گهٽائي سگهجي.

- نگران حڪومت ۾ جوڙيل اين ايف سي اوارڊ رد ڪندي، اهو بيهر جمهوري حڪومت جي دور ۾ متعين ڪرائڻ گهرجي. صوبن يا وفاق جي نگران حڪومتن کي ايڏن وڏن فيصلن ڪرڻ جو آئيني اختيار بہ نہ هجڻ گهرجي. اين ايف سي

اوارڊ جي ورچ جو تعين سنڌ جي اقتصادي بحران کي آڏو رکندي ڪيو وڃي تہ جيئن سنڌ پنهنجي ضرورتن کي منهن ڏئي سگهي.

- ڪالا باغ ڊئم کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ جو سرڪاري اعلان ڪيو وڃي تہ جيئن ننڍن صوبن ۾ پيدا ٿيل خدشا ۽ ڊپ دور ٿي سگهن.

- سنڌ جو تعليمي معيار بهتر بنائڻ لاءِ حڪومت فوري طور تي هن معاملي جو نوٽيس وٺي ۽ سڀني تعليمي ادارن ۾ چيڪ اينڊ بئلنس جو نظام جوڙيو وڃي. تعليمي ادارن جي سربراهن ۽ خاص طور تي وائس چانسلر جي عهدن لاءِ ائڊورٽائيزمينٽ ڪرائي وڃي ۽ وائس چانسلر ميرٽ تي مقرر ڪيا وڃن.

- سنڌ جي خاص طور تي ٻهراڙيءَ وارن ڪاليجن ۾ استادن جي ڪوٽ پوري ڪئي وڃي ۽ شهرن جي ڪاليجن مان استاد بدلي ڪري ٻهراڙيءَ جي ڪاليجن ڏانهن موڪليا وڃن. ڪاليجن ۾ شاگردن جي حاضري يقيني بڻائڻ لاءِ ڪاليج انتظاميہ سختي ڪري ۽ غير حاضر رهندڙ شاگردن جي والدين ڏي نوٽيس تعميل ڪيا وڃن. مسلسل غير حاضر رهندڙ شاگردن جي داخلا ختم ڪئي وڃي.

- سنڌ جي تعليم کي بچائڻ لاءِ شاگرد، استاد، استاد تنظيمون ۽ والدين "جهاد" جو اعلان ڪن. جنهن بعد هر ڏر پنهنجي پنهنجي ليکي تعليمي ادارن ۾ بهتر تعليم ۽ ماحول لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪري. جيڪڏهن رڳو هڪ پرائمري استاد "سال ۾ پنج شاگرد" "لائق شاگرد" بنائي، تہ هوند هڪ سال اندر پنج لک سٺا شاگرد پيدا ٿي پون. ايئن اڳين ڪلاسن جا استاد بہ هن جهادي ڪم ۾ جنبي وڃن. والدين بہ شاگردن جي تعليمي سرگرمين کان پاڻ کي پاسيرو نہ رکن. پر اهي پنهنجي اولاد تي نظر رکن ۽ گڏو گڏ استادن سان بہ رابطي ۾ رهن.

- سنڌ حڪومت نئين تعليمي پاليسيءَ جو نه رڳو اعلان ڪري پر ان تي عمل به ڪرائي. نئين پاليسيءَ ۾ نئون سليبس (نصاب) هئڻ سان گڏ. خاص طور تي ڪاليج ۽ يونيورسٽين جي پڙهائيءَ جو ٽائيم گهٽ ۾ گهٽ 8 ڪلاڪ مقرر ڪيو وڃي. مطلب ته ڪاليج ۽ يونيورسٽيون صبح جو 8- وڳي کان شام جو 4- وڳي تائين کليل هجن.

- تعليمي بورڊن سميت يونيورسٽين ۽ پروفيشنل ڪاليجن پاران وڌ ۾ وڌ آسان ۽ پڙهيل نصاب جي حصي آهر سوالي پرچا ڪڍيا وڃن ته جيئن شاگرد پاڻ ۾ پيپر حل ڪرڻ جي همت ساري سگهن.

- سنڌي ماڻهن کي چيني ماڻهن وانگر سادگي اختيار ڪرڻي پوندي. جنهن ۾ گهٽ کائڻ، گهٽ ڳالهائڻ ۽ گهٽ سمهڻ جا زرين اصول پڻ شامل هوندا.

- ڪمپيوٽر جي تعليم حاصل ڪيل ماڻهن جو فرض آهي ته اهي سنڌ کي ان شعبي ۾ وڌائڻ لاءِ نهنجي مدد پاڻ تحت، پاڻمرادو اڳتي وڌن، ۽ هر ڪمپيوٽر لٽريٽ ماڻهو اهو طئه ڪري ڇڏي ته هو ٻئي ماڻهو کي ڪمپيوٽر جي تعليم ڏيڻ زندگيءَ جي اولين ترجيح سمجهندو ۽ ان کي هڪ سونپيل فرض(Task) طور سر انجام ڏيندو. ساڳيءَ ريت اها حڪومت جي ذميواري آهي ته سنڌ انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ کي عام ڪرڻ لاءِ باقائدي ڪم ڪري.

- هر سنڌي ماڻهوءَ تي فرض آهي ته اهو انفرادي طرح يا اجتماعي طرح (ڪنهن به فورم يا اداري طرفان) وٽس موجود /حاصل ڪيل /حاصل ٿيندڙ معلومات ۽ ڄاڻ کي ٻين تائين پهچائڻ کي هڪ مقدس فرض سمجهي عمل هيٺ آڻيندو رهي.

- ڪم جي شروعات ننڍي پئماني کان ٿيندي آهي. تنهنڪري پنهنجي پاڙي، ڳوٺ، شهر، ضلعي ۽ علائقي کان شروعات ڪجني ۽ ترجيحي بنيادن تي پنهنجا سياسي سماجي ۽ تاريخي فرض ادا ڪجن ۽ ان ڪم کي (ڪم جي

دائري) کي پرپاسي ۾ موجود ٻئي ڪم (دائري) سان ڳنڍي ڇڏجي. ان ريت ڪم جا دائرا هڪ جهڳٽي (Cluster) جو روپ وٺندا.

- انساني وسيلن جي ترقيءَ لاءِ سنڌ ۾ تيل سيني قسمن جي تحقيقي مواد کي هڪ هنڌ سهيڙي ۽ ان کي (Up-Date) ڪري ضلعي سطح تي جاب اسڪلس ٽريننگ سينٽر قائم ڪجن.

- سنڌ ۾ موجود هر پڙهيل لکيل ماڻهوءَ تي اهو فرض ٿو عائد ٿئي ته اهو پنهنجي مڪمل بايو ڊيٽا يعني سي وي تيار ڪري ۽ ان ۾ اهو ڄاڻايل هجي ته انفرادي طرح هن ۾ ڪهڙيون صلاحيتون /قابليتون آهن. ساڳئي وقت ڪو هڪ سماجي فورم /ادارو سنڌ جي عام ماڻهن جي قابليت جو هڪ ڊيٽا بيس ٺاهي، جنهن آڌار تي سنڌ ۾ هڪ رضاڪار ادارو قائم ڪجي جيڪو پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ اهي قابليتون پيدا ڪري ۽ ماڻهن کي انهن شعبن ۾ قابل ڪار (Equip) ڪجي.

- جديد دؤر جي گهرجن سان برميچجڻ لاءِ ۽ دنيا جي تيز ترقيءَ سان ڇنڀيڻ لاءِ سنڌي سماج ڏانهن پيداواري ٽيڪنالاجيءَ جي منتقلي هاڻ اڻ ٽر عمل ٿي ويو آهي. هيءُ ئي دؤر آهي جو گهٽي وقت جي زيان کان پوءِ هاڻي نيٽ اسين پنهنجي عام ماڻهن کي اي-ڪامرس (E-Commerce) ۽ اي-بزنس (E-Business) سان مڪاميل ڪرايون. انفارميشن ٽيڪنالاجي (IT) اڄ جي ناقابل ترديد حقيقت آهي. سنڌ کي ان حقيقت سان هم رڪاب ڪرڻو آهي. ايڇ آر ڊي (HRD) سينٽر جديد تعليم ۽ هنر حاصل ڪرڻ لاءِ، تعلقي سطح /تي ڪمپيوٽر سينٽر /اسڪول /انسٽيٽيوٽ کولڻا پوندا ۽ سنڌ جي نوجوانن کي Job Market ۾ ملهائتو بڻائڻ لاءِ هنر مند بڻائڻو آهي. مثال طور: اڄ جي عام گرئجوئيٽ جي بي روزگار رهڻ جا سبب ابلاغ جا هنر نه اچڻ(جنهن ۾ انگريزي ٻولي جا هنر وغيره) پيش بنديءَ (Presentation) جو ڏانءُ نه اچڻ، پنهنجي

اوارڊ جي ورچ جو تعين سنڌ جي اقتصادي بحران کي آڏو رکندي ڪيو وڃي تہ جيئن سنڌ پنهنجي ضرورتن کي منهن ڏئي سگهي.

- ڪالا باغ ڊئم کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ جو سرڪاري اعلان ڪيو وڃي تہ جيئن ننڍن صوبن ۾ پيدا ٿيل خدشا ۽ ڊپ دور ٿي سگهن.

- سنڌ جو تعليمي معيار بهتر بنائڻ لاءِ حڪومت فوري طور تي هن معاملي جو نوٽيس وٺي ۽ سڀني تعليمي ادارن ۾ چيڪ اينڊ بئلنس جو نظام جوڙيو وڃي. تعليمي ادارن جي سربراهن ۽ خاص طور تي وائس چانسلر جي عهدن لاءِ ائڊورٽائيزمينٽ ڪرائي وڃي ۽ وائس چانسلر ميرٽ تي مقرر ڪيا وڃن.

- سنڌ جي خاص طور تي ٻهراڙيءَ وارن ڪاليجن ۾ استادن جي ڪوٽ پوري ڪئي وڃي ۽ شهرن جي ڪاليجن مان استاد بدلي ڪري ٻهراڙيءَ جي ڪاليجن ڏانهن موڪليا وڃن. ڪاليجن ۾ شاگردن جي حاضري يقيني بڻائڻ لاءِ ڪاليج انتظاميہ سختي ڪري ۽ غير حاضر رهندڙ شاگردن جي والدين تي نوٽيس تعميل ڪيا وڃن. مسلسل غير حاضر رهندڙ شاگردن جي داخلا ختم ڪئي وڃي.

- سنڌ جي تعليم کي بچائڻ لاءِ شاگرد، استاد، استاد تنظيمون، ۽ والدين "جهاد" جو اعلان ڪن. جنهن بعد هر ڌر پنهنجي پنهنجي ليکي تعليمي ادارن ۾ بهتر تعليم ۽ ماحول لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪري. جيڪڏهن رڳو هڪ پرائمري استاد"سال ۾ پنج شاگرد" "لائق شاگرد" بنائي، تہ هوند هڪ سال اندر پنج لک سٺا شاگرد پيدا ٿي پون. ايئن اڳين ڪلاسن جا استاد بہ هن جهادي ڪم ۾ جنبي وڃن. والدين بہ شاگردن جي تعليمي سرگرمين کان پاڻ کي پاسيرو نہ رکن، پر اهي پنهنجي اولاد تي نظر رکن ۽ گڏو گڏ استادن سان بہ رابطي ۾ رهن.

- سنڌ حڪومت نئين تعليمي پاليسيءَ جو نہ رڳو اعلان ڪري پر ان تي عمل بہ ڪرائي. نئين پاليسيءَ ۾ نئون سليبس(نصاب) هئڻ سان گڏ. خاص طور تي ڪاليج ۽ يونيورسٽين جي پڙهائيءَ جو ٽائيم گهٽ ۾ گهٽ 8 ڪلاڪ مقرر ڪيو وڃي. مطلب تہ ڪاليج ۽ يونيورسٽيون صبح جو 8- وڳي کان شام جو 4- وڳي تائين کليل هجن.

- تعليمي بورڊن سميت يونيورسٽين ۽ پروفيشنل ڪاليجن پاران وڏ ۾ وڏ آسان ۽ پڙهيل نصاب جي حصي آهر سوالي پرچا ڪڍيا وڃن تہ جيئن شاگرد پاڻ ۾ پيپر حل ڪرڻ جي همت ساري سگهن.

- سنڌي ماڻهن کي چيني ماڻهن وانگر سادگي اختيار ڪرڻي پوندي. جنهن ۾ گهٽ کائڻ، گهٽ ڳالهائڻ ۽ گهٽ سمهڻ جا زرين اصول پڻ شامل هوندا.

- ڪمپيوٽر جي تعليم حاصل ڪيل ماڻهن جو فرض آهي تہ اهي سنڌ کي ان شعبي ۾ وڌائڻ لاءِ نهنجي مدد پاڻ تحت. پاڻمرادو اڳتي وڌن. ۽ هر ڪمپيوٽر لٽريٽ ماڻهو اهو طئہ ڪري ڇڏي تہ هو ٻئي ماڻهو کي ڪمپيوٽر جي تعليم ڏيڻ زندگيءَ جي اولين ترجيح سمجهندو ۽ ان کي هڪ سونپيل فرض(Task) طور سر انجام ڏيندو. ساڳيءَ ريت اها حڪومت جي ذميواري آهي تہ سنڌ انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ کي عام ڪرڻ لاءِ باقائدي ڪم ڪري.

- هر سنڌي ماڻهوءَ تي فرض آهي تہ اهو انفرادي طرح يا اجتماعي طرح (ڪنهن بہ فورم يا اداري طرفان) وٽس موجود /حاصل ڪيل/حاصل ٿيندڙ معلومات ۽ ڄاڻ کي ٻين تائين پهچائڻ کي هڪ مقدس فرض سمجهي عمل هيٺ آڻيندو رهي.

- ڪم جي شروعات ننڍي پئماني کان ٿيندي آهي. تنهنڪري پنهنجي پاڙي، ڳوٺ، شهر، ضلعي ۽ علائقي کان شروعات ڪجني ۽ ترجيحي بنيادن تي پنهنجا سياسي سماجي ۽ تاريخي فرض ادا ڪجن ۽ ان ڪم کي (ڪم جي

دائري) کي پرپاسي ۾ موجود ٻئي ڪم (دائري) سان ڳنڍي ڇڏجي. ان ريت ڪم جا دائرا هڪ جهڳٽي (Cluster) جو روپ وٺندا.

- انساني وسيلن جي ترقيءَ لاءِ سنڌ ۾ تيل سيني قسمن جي تحقيقي مواد کي هڪ هنڌ سهيڙي ۽ ان کي (Up-Date) ڪري ضلعي سطح تي جاب اسڪلس ٽريننگ سينٽر قائم ڪجن.

- سنڌ ۾ موجود هر پڙهيل لکيل ماڻهوءَ تي اهو فرض ٿو عائد ٿئي ته اهو پنهنجي مڪمل بايو ڊيٽا يعني سي وي تيار ڪري ۽ ان ۾ اهو ڄاڻايل هجي ته انفرادي طرح هن ۾ ڪهڙيون صلاحيتون /قابليتون آهن. ساڳئي وقت ڪو هڪ سماجي فورم /ادارو سنڌ جي عام ماڻهن جي قابليت جو هڪ ڊيٽا بيس ٺاهي. جنهن آڌار تي سنڌ ۾ هڪ رضاڪار ادارو قائم ڪجي جيڪو پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ اهي قابليتون پيدا ڪري ۽ ماڻهن کي انهن شعبن ۾ قابل ڪار (Equip) ڪجي.

- جديد دؤر جي گهرجن سان برميچجڻ لاءِ ۽ دنيا جي تيز ترقيءَ سان ڇٽاپيٽيءَ لاءِ سنڌي سماج ڏانهن پيداواري ٽيڪنالاجيءَ جي منتقلي هاڻ اڻ ٽر عمل تي ويو آهي. هيءُ ئي دؤر آهي جو گهٽي وقت جي زيان کان پوءِ هاڻي نيٺ اسين پنهنجي عام ماڻهن کي اي-ڪامرس (E-Commerce) ۽ اي-بزنس (E-Business) سان مڪاميل ڪرايون. انفارميشن ٽيڪنالاجي (IT) اڄ جي ناقابل ترديد حقيقت آهي. سنڌ کي ان حقيقت سان هم رڪاب ڪرڻو آهي. ايچ آر ڊي (HRD) سينٽر جديد تعليم ۽ هنر حاصل ڪرڻ لاءِ، تعلقي سطح /تي ڪمپيوٽر سينٽر /اسڪول /انسٽيٽيوٽ کولڻا پوندا ۽ سنڌ جي نوجوانن کي Job Market ۾ ملهائتو بڻائڻ لاءِ هنر مند بڻائڻو آهي. مثال طور: اڄ جي عام گريجوئيٽ جي بي روزگار رهڻ جا سبب ابلاغ جا هنر نه اچڻ (جنهن ۾ انگريزي بولي جا هنر وغيره) پيش بنديءَ (Presentation) جو ڏانءُ نه اچڻ، پنهنجي

شعبي ۾ مهارت جو نہ هجڻ، تجربو نہ هجڻ وغيره. ان لاءِ ضروري آهي تہ سنڌ ۾ انساني وسيلن جي ترقيءَ لاءِ باقاعدي ادارا قائم ڪجن.

- سنڌ حڪومت جو اهو فرض آهي تہ بد عنواني ۽ اقربا پروريءَ کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ اعليٰ عهدن ۽ وڏين نوڪرين لاءِ سنڌ جي پڙهيل لکيل سلجهيل، بااخلاق ۽ اهليت (ميرٽ) رکندڙ نوجوانن کي اوليت ڏئي.

- سنڌ حڪومت کي جڳائي تہ اها سنڌ جي سڀني وسيلن/ذريعن/آمدنيءَ جو ايمانداريءَ سان دفاع ڪري. وفاق طرفان ملندڙ اڻ پوري حصي تي وفاق آڏو احتجاج ڪري ۽ سنڌ جي وسيلن جي رائلٽي وصول ڪرڻ لاءِ سخت مؤقف اختيار ڪري.

- سنڌ جي وسيلن جي حفاظت لاءِ سنڌ حڪومت کي منظم رٿابندي ۽ ان تي ترت ئي ايمانداريءَ سان عمل ڪرڻ گهرجي. سنڌ ۾ موجود تفريح گاهہ. ڍنڍون ڍورا. چراه گاهہ ۽ Sanctuaries جي حفاظت هڪ مقدس فرض سمجهيو وڃي. سنڌ ۾ ٽر ڪانسواءِ ٻين ضلعن ۾ ڪيتريون ئي Sanctuaries آهن. جن ۾ خاص طور سانگهڙ ضلعي ۾ منڌ جمڙائو جي آس پاس موجود درجنن جي حساب سان ڍنڍون ۽ ڍورا سنڌ جي ٽوئرزم انڊسٽريءَ کي وڌائي سگهن ٿا. ان کان علاوه سنڌ جي قديم آثارن کي نہ رڳو تحفظ جي ضرورت آهي. پر ساڳئي وقت انهن کي سياحت جي قابل بہ بڻائڻو آهي.

- ترقياتي پروگرامن ۾ ڳوٺاڻين برادرين/راڄن (Communities) جي وسيع تر شرڪت کي يقيني بڻائڻ اسان جو، حڪومت جو ۽ سڀني ڌرين جو فرض آهي.

- ڳوٺاڻي ترقي ئي سماج کي تڪڙي ۽ ترت ترقي ڪرائيندي آهي. ڳوٺاڻي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪندڙ رسمي ۽ غير رسمي ادارن/ڪيترن کي سگهارو بڻائڻ

ضروري آهي. ادارا مضبوط ٿيندا تہ سماج طاقتور ۽ صحتمند ٿيندو. ان لاءِ

خصوصي طور تي ترقي ۽ ماحوليات( Environment & Development)

جي ڪيترن ۾ ڪرڻ لاءِ تمام گهڻو ڪم رهيو پيو آهي. سنڌ کي Gender

Development ۾ پڻ دور انديش، قابل، پيشہ ور ماڻهن جي کيپ تيار ڪري

ڏيڻي آهي.

- سنڌ ۾ بهتر حڪمراني ( Good governance )حقيقي جمهوريت ۽ انساني

حقن جي بهتري، لاءِ جدوجهد ڪرڻ هر فرد جو اجتماعي فرض آهي

عظيم تر ترقي عورتن جي سرگرم شموليت سان ٿيندي، تنهنڪري عورتن

جي سماجي اقتصادي حالتن کي بهتر بنائڻ لاءِ کين اقتصادي طور پاڻ ڀرو

ڪرڻو پوندو. ان لاءِ ڪشاده دليءَ ۽ روشن خيالي، جي عام ڪرڻ لاءِ عام

ماڻهن جي تربيت ۽ خاص طور لاڳاپيل ادارن/تنظيمن کي ان لاءِ قابل، ذميوار

۽ مستعد بنائڻ وقت جي اهم گهرج آهي.

- سنڌ ۾ مستقبل کي هميشہ نظر انداز ڪيو ويندو آهي، تنهنڪري ٻارن

ڏانهن ڪنهن جو بہ ڌيان نہ ويندو آهي. ٻارن جي جبري پورهئي کان وٺي، انهن

تي ٿيندڙ جنسي ۽ جسماني تشدد تائين. ٻارن جي حقن لاءِ خبردار ٿيڻو پوندو.

اها مستقبل جي پڪار آهي.

- سنڌ ۾ ڪجهہ اهڙا علائقا آهن جيڪي تمام گهڻا ترقي يافتہ آهن ۽ اتي

جي رهاڪن کي گهڻي پاڳي ڪا بہ سهوليت مهيا ناهي. مثال طور ٿر جا ڪجهہ

پاسا ۽ بدين ۽ ٺٽي واري پاسي جا ڪجهہ ساموندي علائقا. انهن علائقن لاءِ

خاص فنڊ رکي انهن کي ترقي ڏياري ۽ Upgrade ڪيو وڃي.

- ٺٽي ۽ بدين ضلعن جي ساموندي پٽيءَ ۾ ماڻهن کي پيئڻ جي پاڻيءَ جي

سهولت بہ ميسر ناهي. جڏهن تہ سمنڊ کي ويجهو هئڻ سبب ڪيٽي بندر،

شاهبندر، ڳاڙهو ۽ جاتي وارن علائقن ۾ زير زمين (under ground) پاڻي کارو

آهي. جنهن سبب ماڻهو مجبوريءَ وچان ڪارو پاڻي واپرائيندا آهن. ان ڪري سنڌ حڪومت ان ساموندي پٽيءَ لاءِ صاف پاڻي پهچائڻ جو فوري بندوبست ڪري.

- تاريخ جي هر دور ۾ سنڌ تي ٿيندڙ ٻاهرين حملائتن ۽ حملن، توسيع پسنديءَ ۽ ڏاڍ ڏمر سبب ڌرتيءَ چاوا سدائين ڏتڙيل رهيا. قومي ۽ طبقاتي جبر جي نه ڪٽندڙ سلسلي سبب انهن ۾ اخلاقي ۽ سماجي ڪمزوريون ۽ ڪوتاهيون پيدا ٿيون آهن، جن ۾ اڻ سهپ، ساڙ، حسد، ڪينو، بغض ۽ تعصب جهڙيون بيماريون شامل آهن. انهن ذهني ۽ روحاني بيمارين کان بچڻ لاءِ ضروري آهي ته هر ماڻهو پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ پيروي ڪري، اڌ ڪلاڪ ڪن پاڻ تي سوچي ته هن پنهنجي سموريءَ عمر ۾ سنڌ ڌرتيءَ لاءِ ڇا ڪيو آهي، "وطن جي حب، ايمان جو حصو آهي" واري حديث مطابق هن قوم ۽ ديس لاءِ ڪهڙو چڱو ڪم ڪيو آهي؟ ۽ جيڪڏهن ڪجهه به نه ڪيو آهي.ته اسان مان هر ڪنهن کي پنهنجو پاڻ سان واعدو ڪرڻ گهرجي ته پنهنجيءَ سنڌ کي اجرو ۽ سهڻو بڻائڻ لاءِ پهرين پنهنجي اندر کي اجرو ۽ سهڻو بڻائيندا سين ۽ ڪينو، بغض، تعصب، ساڙ ۽ اڻ سهپ کي دل ۽ دماغ مان ڪڍي ڇڏينداسين، ۽ سهپ، رواداري، ڀائيچاري ۽ ميٺ محبت کي وڌائينداسين، ۽ اهو ئي سنڌ ۽ سنڌ واسين جو اصل مرڪ آهي.

# مددي ڪتاب


- جنب گذاريم جن سين — جي ايم سيد
  سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
- سنڌ ڳالهائي ٿي — جي ايم سيد
  سنڌو پبليڪيشن ڪراچي
- ذار چوندڙ سرشتو جمهوريت جي روح جو نفي آهي. — محمد ابراهيم جويو
- ٻولي، ادب ۽ تعليم — محمد ابراهيم جويو
- شاهه سچل، سامي — محمد ابراهيم جويو
  سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت
  حيدرآباد
- مٺ مٺ موتين جي — محمد ابراهيم جويو
  سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت
  حيدرآباد
- هوءَ جا ٺمڪي ٻاهڙي — محمد ابراهيم جويو
  نئين سنڌ اڪيڊمي ڪراچي 1995
- صوبائي خودمختياري ۽ قومي اتحاد — شاهد ڪاردار /محمد ابراهيم جويو
- تاريخ سنڌ (ارغون ۽ ترخان دؤر) — پروفيسر اعجاز قريشي
  سنڌ ريسرچ سوسائٽي،
  سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو 1985ع
- پاڻيءَ منجهه پساهه — شير محمد بلوچ
  ڪراچي 1978ع.
- پاڪستان کي معاشي ترقي ڪيسي — غلام ڪبريا
  فڪشن هائوس ڪراچي 1997ع
- جنت السنڌ — رحيم داد خان مولائي شيدائي
  سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو. 1967ع
- اُهي ڏينهن اُهي شينهن — پير علي محمد راشدي
  سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو

- هو دوتي هو ڏينهن — پير حسام الدين راشدي
سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
- جهڙا گل گلاب جا (حصو پهريون) — غلام رباني آگرو
سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1991ع
- سماجيات جو تعارف — پروفيسر لال بخش جسڪاڻي
پاڪستان اپياس مرڪز
سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو
- تقسيم سنڌ جي سازش (جناح پور) — منصور قادر جوڻيجو
مدر لينڊ پبليڪيشن حيدرآباد
مٽيءَ هاڻا ماڻهو — فرانز فينن /عبد الواحد آريسر
روشني پبليڪيشن 1983ع
- هندستان کي سماجي اور معاشي ارتقا — پروفيسر اوليانو فسڪي
دارالاشاعت ترقي سلسلو 1978ع
ڏئي ڏنپ ڏڏن — دادا سنڌي
لطيف اڪيڊمي، ميرپور ماٿيلو 1993ع
- سنڌي ادبي فڪري وحدت ۽ — الحاج سيد غلام مصطفيٰ شاهه
سياسي، معاشرتي انتشار
شاهه عبداللطيف هال
موسيٰ لين ڪراچي، 1988ع
- منهنجو سفر (آتم ڪهاڻي) — قاضي فيض محمد
سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 1999ع
- سنڌو شينهن درياهه — جينس فيئر لي/عطا محمد ڀنڀرو
(The Lion River, The Indus)
سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي 1999ع
- سنڌي ٻولي — ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو
لسانيات کان سماجي لسانيات تائين
سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي 1999ع
- سنڌ جي اقتصادي تاريخ — ڊاڪٽر ايس پي ڇبلاڻي
سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
دي اڪنامسٽ (لنڊن) جي پنج سالن جا مختلف پرچا

- **Ahmed, Feroz Dr.** Ethnicity and Politics in Pakistan. Oxford University Press 1998
- **Beg, Mirza Arshad Ali:** Democracy displaced in Pakistan. case history of disasters of social polutions. Research & Development Publications. Karachi, 1998.
- **Franco, Jean;** The Modern culture of Latin America: Society and the artist. Penguin Books 1967.
- **Ghayur, Sabur;** Human Resources Development, utilization in Pakistan. FES, Islamabad, 1997.
- **Hassan, Parvez Dr.** Pakistan's economy at the cross roads past policies and present in imperatives. Oxford University Press. 1998.
- **Horowitz, David:** Imperialism & Revolusion. Penguin books, 1969.
- **Joyo, Mohammad Ibrahim:** Pakistan, what beomes of it. Sindh Friends Circle. Hyderabad. 1987.
- **Jatoi, Hyder Bux;** Statement of the Accused. Baba-e-Sindh Hyder Bux Jatoi academy. Hyder Chowk. Hyderabad. 1997
- **Khuhro, Hameeda Dr.** Muhammad Ayub Khuhro. A Life of courage in politics. Feroz sons (Pvt)Ltd. Karachi 1998.
- **Kabir, Aamir;** The Ruination of agriculture in Sindh. Daily Dawn, Karachi, March, 1999
- **McGrath, Allen** The destruction of Pakistan's Democracy. Oxford University Press, 1998.
- **Memon, A. Rasool;** Anatomy of Kala Bagh Dam. Pakistan Studies Centre University of Sindh, Jamshoro
- **Noman, Omar;** Economic & social Progress in Asia why Pakistan did not become a Tiger, 1996-97.
- **Qureshi, Aijaz Ahmed;** Economic situation of Sindh. Research paper read at the National seminar on Sindh situation organized by human rights commission of Pakistan (HRCP) Karachi Oct, 1999.
- **Qureshi, Aijaz Ahmed;** Canal Irrigation in Sindh and its economic significance. Sindh Geographers Association. Hyderabad, 1975.

- **Qureshi, Aijaz Ahmed;** Economy of Sindh (joint authorship) Institute of Sindhology, University of Sindh, Jamshoro, 1976.
- **Qureshi, Aijaz Ahmed;** Discontentment of Sindhi society, a comprehansive paper read on Sindh situation at NIPS Quaid-e-Awam University Nawabshah, 1988.
- **Sahrai, Taj Muhammad;** Lake Manchar: The Most Ancient seat of Sindhu Culture, Sindh Kitab Ghar, Karachi 1997.
- **Syed, Asad Ali Shah;** Financial Position of Sindh Daily Dwan, Karachi March 1999.
- **Syed, G.M;** Struggle for New Sindh Saeen Publication, Sewhan Sharif, 1999.
- **Zaidi, Ak.** Issues in Pakistan's Economy Oxford University Press, 1999.

**bar S;**
- **Zahid, Anwar Khan;** History and Culture of Sindh, Royal Book Co: Karachi, 1980.

## *Reports:*

- Sindh Legislative Assembly Debates, official report - Vol: III, Book No. 1 - Saturday, the 11th December 1954.
- General Elections Report 1997 (Vlo: I & II) Election commission of Pakistan, 1997.
- Annual Plan 2000-2001, Planning Commission, Govt. of Pakistan.
- Annual Report, 1999-2000, State Bank of Pakistan.
- Economic Survey, 1998-99, 1999-2000, Government of Pakistan, Planning and Development Division, Islamabad.
  Detailed Annual Plan, Govt: of Pakistan, Islamabad.1999-2000.
- Social Indicators of Pakistan, Federal Bureau of Statistics, 1998-99.
- Statistical Supplement, Economic Survey, 1997-98.
- Human Development, Report 1999, UNDP.
- 25 Years of Sindh in Statistics, 1995-96.
- Annual Budget, Govt: of Sindh, Karachi, 2000-2001.
- District Census Reports of Various Districts, FBS, P & D Div, GOP, Islamabad.
- Gender and Development: Mehboobulhaq research centre, Islamabad Oxford University Press, 2000.
- Attacking Poverty: World Bank Development Report, 2000.

# INDEX ڏسٽي

## نالا، ماڳ، واقعا

# پروفيسر اعجاز قريشي

## نہ ڪي ڪٿن پاڻ سين نہ ڪي ساٿن پاڻ

تعارف ۽ تعريف ڪڏهن ڪڏهن تمام ننڍڙا لفظ ٿي پوندا آهن. مان پنهنجي ntor
محترم پروفيسر اعجاز قريشيءَ جي لکيل هن ڪتاب کي سنڌ جي خوشحاليءَ ڏا
وڏن جو هڪ پستڪ قرار ڏيان ٿو. هيءَ پستڪ ۽ ان جو ليکڪ سچ تہ تعريف ۽ تعا
کان مٿانهان آهن.

جيڪو ڪجهہ هن مختصر تعارف ۾ مون کي لکڻو آهي، ان جو مون کي حق حاصل ا
۽ مون تي فرض پڻ ٿئي ٿو.

سنڌ جي سرگرم سياسي اڳواڻ ۽ هڪ دؤر جي تاريخ علي احمد قريشـ
وڪيل، جي دادوءَ واري گهر ۾ ورهاڱي کان هڪ سال بعد 2 جنوري 1948ع تي پ
ٿيندڙ اعجاز احمد قريشي شروع کان ئي سرگرم طبعيت جو مالڪ هو. هن جي تربيـ
۾ ان ماحول جو وڏو هٿ آهي، جيڪو سندس والد صاحب مهيا ڪيو، جنهن وٽ سنڌ
هند جا سياسي ۽ سماجي اڳواڻ اڪثر مهمان ٿيندا هئا.

اعجاز قريشي، قومي تحريڪ جو ڪارڪن رهيو. ون يونٽ خلاف هلچل
حصو ورتائين. سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم اي ڪيائين. ولايت مان بہ ماسٽرس ج
ڊگري حاصل ڪيائين. لڳ ڀڳ ٽن ڏهاڪن تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائيندو رهيـ
هوُ مختلف عهدن تي رهيو جن ۾ مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ ڊائريڪٽر پلاننگ ائنڊ
ڊويلپمينٽ بہ رهيو. سنڌ ڊويلپمينٽ اسٽڊيز جو ڊائريڪٽر، انسٽيٽيوٽ آف بزنـ
اسٽڊيز جو ڊائريڪٽر ۽ ان کان علاوه سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائڻ دوران 1990ع وار
ڏهاڪي ۾ ساڍا ٽي ورهيہ هو نيشنل رورل سپورٽ پروگرام جو ريجنل پروگرام مئنيجـ
رهيو. بعد ۾ وقت کان ڏهہ ورهيہ اڳ ورتل رٽائرمينٽ کان پوءِ هن انڊس ڊولپمينـ
فائونڊيشن، سنڌ رورل سپورٽ پروگرام ۽ سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ جو بنياد وجهـ
مختلف پروفيشنلز جي ٽيم جوڙي مختلف ترقياتي ڪم ڪيا. جن ۾ تحقيقي ڪم تـ
گهڻو زور ڏنو ويو هو. تازو، پاڻ جون 2000ع کان هڪ ڀيرو ٻيهر نيشنل رورل سپورٽ
پروگرام حيدرآباد جو ريجنل پروگرام مئنيجر مقرر ڪيو ويو آهي. هوُ هن وقتـ
حيدرآباد ريجن جي ٻهراڙين ۾ غربت گهٽائڻ واري پروگرام ۾ پنهنجون خدمتـو
سرانجام ڏئي رهيو آهي. پروفيسر اعجاز قريشيءَ سوين مضمون، ڪالم مقالا ۽ بيو

حريرون لکيون آهن. هو سنڌ جي سياسي، سماجي، ادبي، ثقافتي ۽ خاص طور قومي
عاملن تي بيباڪيءَ سان لکندو آيو آهي.

سنڌ ۾ مونکي وطن پرستيءَ جي انيڪ ڪمن ۽ خدمتن ۾ رڌل ماڻهن جا
ڪيئي نالا سجهن ٿا، انهن مخصوص شخصن جي صف ۾ هو منفرد ۽ نمايان جاءِ
الاري ٿو. سندس ڪم اسان سڀني جي آڏو آهي.

مان، هن کل مک ۽ پرجوش قسم جي ماڻهو جو مداح ته اڳئي هوندو هئس،
. جڏهن سائس گڏجي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليم، ته سندس قوم دوستيءَ ۽ سنڌ سان
حبت جو قائل به ٿيس. اها ڳالهه ڪنهن به خوشامد يا اجائي واکاڻ جي الزام ۾ نه ٿي
ي سگهي، ڇو ته جيڪي ماڻهو پروفيسر اعجاز قريشيءَ کي ذاتي طور سڃاڻن ٿا،
ي هزار اختلاف رکڻ جي باوجود ان جو ڳالهه جو اقرار ڪندا ته هي سدائين باغ بهار
اڻهو، جهڙو نظر ايندو آهي اندر ۾ به اهڙو ئي آهي. ۽ هو اهو به اعتراف ڪندا ته سنڌ
هي انهن ماڻهن مان آهي، جيڪي سنڌ ۽ سنڌين جي ڳالهه ڪندا آهن، ۽ عملي طرح
نڌ ۽ سنڌين لاءِ وڙهندا، داهيندا، ڪوڪون ڪندا، ۽ محنت ۾ رڌل نظر ايندا آهن. هن
ا ڇا ڪيو آهي، ۽ ان جو نتيجو ڪهڙو نڪتو آهي اهو ته ايندڙ دؤر جو محقق ئي طئه
ڪندو. هن وقت فقط ايتروئي چوندس ته هيءَ ڪتاب لکي، اعجاز قريشيءَ هڪ سڌ ڏنو
ي، جنهن کي ورنائڻ هاڻي سنڌ واسين جو فرض آهي. هن ننڍڙي پستڪ کي سنڌ جي
.متن ۾ هڪ نمايان وٿ سمجهيو ويندو. ۽ آءٌ سمجهان ٿو ته اعجاز قريشيءَ جي
ئيل بيشمار خدمتن هڪ اهم خدمت طور ياد ڪيو ويندو.

نه ڪي ڪٿن پاڻ سين، نه ڪي سائن پاڻ
اهڙا جنين اهڃاڻ، آءٌ نه جيئندي ان ريءَ

طارق قريشي

17 جنوري 2001ع

*Acho ta naeen Sindh ji taameer karyoon*

# Let's build a new Sindh

## (Vision for new a Sindh)

By: Professor Aijaz .A Qureshi

Professor Aijaz .A Qureshi has produced this excellent book in Sindhi, which includes essays on diverse themes, such as politics, socio-economic issues, the environment, history and culture of Sindh.The author has analyzed some of the burning issues in the present day Sindh on a scientific basis. The topics covered are as under:

- Politics
- Sociology
- Agriculture
- Irrigation
- Water supply, sanitation
- Drainage and sewerage
- Education
- Unemployment
- Women Empowerment
- Environment

Among other things, the book focuses on the falling standards of education and holds student politics responsible for this deterioration. Also, the role of national political parties and causes of their not being popular among the masses, are discussed in detail. Apart from these issues, the key environmental problems that Sindh is facing, especially that of the Indus River and its canals, are examined. As far the issue of scarcity of water, whether its reasons are non-

natural or natural, the writer has presented well-documented data and analysis, offering solutions.

Professor Aijaz Qureshi is a reputed figure in the field of development, social work, and is respected for the wide range of his intellect. After leaving the University of Sindh in Jamshoro, where he taught for 28 years, his new assignments in the social sector took him to the rural areas of Sindh. During his long stay in the social development organizations, he developed the vision for a new and emerging Sindh.

This book in essence is author's observations and the vast range of experiences in studying rural and urban Sindh. He empathizes with the struggle of the masses against tyranny and rule of injustice. He criticizes the bond between feudal lords and ruling elite, which has denied the poor Sindhis their dignity and self respect as human beings. He calls for joining the struggle for a new, more prosperous Sindh in which freedom from want and ignorance will be the basic right guaranteed to all citizens.

*Reviewed by:* **(Aziz Jan Balouch)**
Books and Authors-Daily "DAWN" August 14, 2001

The above review is of the first edition of the book published in January, 2001. This is the second edition of the book published in August, 2001.

*"I reach the moon, the stars, the glaxies,*
*But this is not my final destination.*
*Higher and higher - onwards and onwards*
*for if I stop, I die"*

جڳ مشهور اقتصادي ماهر ۽ سماجي سائنسدان ڊاڪٽر محبوب الحق پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ ان Chinese proverb کي پنهنجي پسنديده Quotation قرار ڏنو هو.

هيءَ ڪوٽيشن هڪ اهڙي رويي، هڪ اهڙي مزاج ۽ نفسيات جو عڪس آهي، جنهن ۾ اڳتي وڌڻ ۽ مسلسل اڳتي وڌڻ Perpetual inspiration جو نظريو ڏنل آهي.

سنڌ کي بہ پنهنجي جياپي لاءِ اهڙي سوچ، نظرئي ۽ نظرياتدانن جي ضرورت آهي، سنڌ کي پنهنجي Survival بلڪ Respectful Survival (عزت ڀرئي جيئڻدان) لاءِ اهڙن ڏاهي "ڇڙين" جي ضرورت آهي، جيڪي پنهنجي غير مشروط پورهئي جي "دهاڙي" تاريخ کان گهرن.

جيئڻ ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ ڪنهن خاص Definition يا ڪنهن ڊگهي Synonyms جي ضرورت ناهي هوندي، بلڪل ائين ئي Optimistic ماڻهوءَ جي ڪم ۽ ڪانٽريبيوشن جي لاءِ ڪنهن وڏيءَ ليڪڙ جي گنجائش ناهي.

اعجاز قريشي سنڌ جي انهن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ڏاهن ماڻهن مان هڪ آهي، جيڪي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ بنھ پٽ پئجي ويل يتيم سنڌ ۽ سنڌين کي ڏسي روئڻ پٽڻ ۽ مايوس ٿيڻ بدران، پر اميد آئيندي جو سوچين ٿا. هن وٽ سنڌ ۽ سنڌين جي سياسي، سماجي ۽ سڀني کان وڌيڪ اقتصادي ۽ Self Sustainability جو واحد حل اهو ئي آهي، جيڪو هڪ ترقي يافتہ ۽ مهذب سوسائٽيءَ جي ڪنهن ڏاهي وٽ هجڻ گهرجي، ۽ اهو حل آهي رڳو تعليم ۽ تعليم.

اعجاز قريشيءَ وٽ سنڌ "ڪهڙي هجڻ گهرجي" جو Vision اهڙوئي آهي، جهڙو ڊاڪٽر اختر حميد خان وٽ هن ديس لاءِ هو يا امر تياسين (Dr. Amartya Sen) وٽ سموري جهان لاءِ آهي.

دنيا جا سڀ ڏاها ان ڳالھ تي متفق آهن تہ هاڻ ترقي انهن قومن جو ئي نصيب آهي، جيڪي Education ۽ Human Development جهڙن شعبن کي هر شيءِ تي ترجيح ڏين ٿيون.

سنڌ ۾ اهي ٻئي Concepts اڃان Grass roots (هيٺين سطح) تائين ڪو اجتماعي (Collective) ڦهلاءُ پيدا نہ ڪري سگهيا آهن، پر سنڌ جا ڪوڙ سارا ڏاها پنهنجي پنهنجي انفرادي حيثيت ۾ ان ڏس ۾ گهڻو ڪم ڪري رهيا آهن ۽ اعجاز قريشي بہ انهن مان هڪ آهي. اڄوڪي جديد زماني ۾ پڇتي ڏکجندڙ سنڌ جا جيڪي اهم مسئلا ۽ اشوز آهن، انهن تي آءُ سمجهان ٿو تہ هيءُ ڪتاب ڀرپور Comprehensively Composed Contribution آهي.

ذوالفقار هاليپوٽو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو.
70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)